ماهوار
# الرّاشِد
پيرجوڳوٺ

شمارو نمبر: 303_ شوال المعظم 1443ھ/مئي 2022ع

303

## هن شماري ۾ پڙهندا...







سڪندريه پبليڪيشنز جامع راشديه درگاھ شريف، پيرجوڳوٺ (ڪنگري) ضلع خيرپور سنڌ




اهلسنت وجماعت ۽ خانقاهه عاليه پيران پاڳاره
جو ديني، روحاني، علمي، ادبي ۽ فڪري ترجمان

# ماهوار الراشد
پيرجوڳوٺ

بياد: امام العارفين حضرت پير سائين سيد محمد راشد روزي ڌڻي قدس سره

بفيضانِ نظر: محسنِ ملت حضرت پير سائين سيد شاهه مردان شاهه ثاني قدس سره

زيرِ سرپرستي اعليٰ: سيدنا و مرشدنا حضرت پير سائين پاڳارا دامت برڪاتهم

شمارو نمبر: 303- شوال المعظم 1443ھ/مئي 2022ع





**هديو: 80 روپيا، سالانو 800 روپيا**



سڪندريه پبليڪيشنز
جامعه راشديه درگاهه شريف
پيرجوڳوٺ (ڪنگري) ضلع خيرپور، سنڌ.

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

أُولَٰئِكَ هُمُ الرَّاشِدُونَ، فَضْلًا مِنَ اللَّهِ وَنِعْمَةً (القرآن)

الصَّلاةُ وَالسَّلامُ عَلَيْكَ يَاسَيِّدِي يَا رَسُولَ اللهِ وَعَلَى آلِكَ وَأَصْحَابِكَ يَا سَيِّدِي يَا حَبِيبَ اللهِ

ماهوار الراشد پيرجوڳوٺ
شمارو نمبر: 303- شوال المعظم 1443ھ/مئي 2022ع

## فهرست مضامين



لکپڙهہ، رابطي ۽ مواد موڪلڻ لاءِ
مرڪزي دفتر جمعيت علماءِ سڪندريہ - جامعہ راشديہ درگاهہ شريف پير جو ڳوٺ (ڪنگري) ضلعو خيرپور، سنڌ
Cell: 0300-3193805, 0300-3794013, 0300-3354232
Email: yousifbhanbhro@gmail.com

اداريو

# شَمع شَبستانِ رَاشِد

خانقاھ شريف امام العارفين حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره جي ديني، روحاني، علمي، ادبي ۽ سماجي خدمتن جي هڪ طويل تاريخ آهي. پير سائين روضي ڌڻي قدس سره وقت جو مجدد، مبلغ ۽ مصلح هو جنهن دين اسلام جي حقيقي رُوح ۽ تصوف و طريقت جي تعليمات کي عملي نموني رائج ڪيو ۽ سندن تجديدي ڪارنامن جو اصل محور عوام هو. پاڻ جنهن نموني اڻانگا سفر اختيار ڪري، عام ماڻهن سان محبت جون محفلون مچائي، آسان انداز ۾ عوام الناس جي مثالي تعليم ۽ تربيت ڪيائين، اهو هڪ شاندار طريقو ۽ ڪارنامو هو. سندن اصول، تعليم ۽ اصلاحي طريقہ ڪار جيترو آسان ۽ عام فهم هو، اوترو وري ماڻهن سان سندس محبت، ميناج، عاجزي، اخلاص ۽ الفت وارو رويو هو. علم ۽ عرفان جو ايڏو وڏو شهسوار، مِٽي هاڻن ماڻهن ۽ پيرين اگهاڙن مسڪينن جو مسيحا بڻيو ۽ سندس صحبت مان لکين ماڻهو فيض ياب ٿيا. پير سائين روضي ڌني قدس سره وقت جي حاڪمن، اميرن ۽ وڏن ماڻهن کان ڪڏهن بہ مرعوب ۽ متاثر نہ ٿيو بلڪ مسڪينن، غريبن، فقيرن ۽ هيڻن جو هادي ۽ همراھ بڻيو. سنڌ، هند، بلوچستان، اُتر پنجاب، راجستان ۽ رڻ ڪڇ جي هزارين ذاتين، قومن ۽ قبيلن وارا ماڻهو سندن صحبت ۾ ذات پات، رنگ نسل ۽ رواجي ريتن رسمن کان آجا ۽ آزاد ٿي، الله سبحانہ و تعاليٰ جي ذڪر، عبادت، محبت ۽ معرفت جا متلاشي، بلڪ فَنا ۽ بقا جي منزلن جا مڪين بڻيا تہ ٻئي طرف سُنت مطهره ۽ شريعت محمدي جا پابند ۽ پاسدار ۽ اخلاق حسنہ جا اڪابر ۽ علمدار بڻيا. حضرت روضي ڌڻي قدس سره ڪانپوءِ، هڪ طرف سندس سجاده نشين پيران پاڳاره دامت برڪاتهم و فيوضهم بلڪل ساڳيو طريقو جاري رکندي هن شبستانِ راشد ۽ فيضانِ روضي ڌڻي جي شمعن کي مزيد روشن ۽ منور ڪيو تہ ٻئي طرف خانقاھ شريف جي فيض يافتہ خليفن، عالمن، عارفن، شاعرن، اديبن، ليکڪن، مُجاهدن، غازين ۽ تارڪ الدنيا فقيرن بنان ڪنهن لوڀ، لالچ، شهرت، حرص ۽ هوس جي، جيڪي ڪشالا ڪڍيا ۽ هر ميدان ۽ هر محاذ تي خدمتن ۽ قربانين جون جيڪي تاريخون رقم ڪيون، اهي لازوال ۽ ايندڙ نسلن لاءِ هڪ اتساھ ۽ نئين جوش ۽ جذبي جو ڪارڻ بڻيون. انهن اڪابرن، بزرگن ۽ بهادرن جون زندگيون اسان سڀني لاءِ مشعل راھ آهن.

اڄ تہ پنهنجي هن روحاني مرڪز ۽ منبع جي تاريخ، تهذيب، تعليمات ۽ روايات مان سبق پرائي انهيءَ ايمان افروز ۽ رُوح پرور سلسلي کي هڪ نئين جوش، جذبي، اخلاص، صداقت، حڪمت ۽ بُلند حوصلي ۽ همت سان پاڻ ۾ هڪ ۽ متحد ٿي، اڳتي وڌايون ۽ پنهنجي پنهنجي حصي جو ڪم ڪيون. پير سائين روضي وارا قدس سره فرمائيندا هئا:

همت بُلند بايد عشاق مست را

مرد خسيس همت در عاشقان نگنجد

مست عاشقن کي هميشہ پنهنجي همٿ بلند ۽ مضبوط رکڻ گهرجي، ڇو تہ بي همٿ ماڻهو عاشقن جي صف ۾ بيهي نہ سگهندو.

پير سائين سورهيہ بادشاهہ شهيد قدس سره بہ فرمائيندو هو:

همت مردان، مدد خُدا

بي همت مردان، بيزار خدا

همت ۽ حوصلي وارن جي الله پاڪ مدد ڪندو آهي، باقي بي همتن ۽ بُزدلن کان تہ باري تعاليٰ بہ بيزار آهي.

***

# الــراشــد جــو سَــفــر

جامعہ راشديہ، خانقاہ عاليہ ثُريا جاہ طرفان جاري ٿيندڙ ”الراشد“ رسالي جي هڪ شاندار تاريخ آهي. هن رسالي جي آغاز، ارتقا ۽ بُنيادن ۾ اسان جي اڪابر اُستادن ۽ بزرگن جون بي لوث خدمتون ۽ ڪاوشون شامل آهن. ”الراشد“ ذريعي هڪ طرف اسان جي فاضلن ۽ نوجوانن ۾ لکڻ جو شوق ۽ رُجحان وَڌيو تہ ٻئي طرف پڙهندڙن جي ذوقِ مطالعہ ۽ معلومات ۾ بہ اضافو ٿيو. اهڙي ريت حالتن جي لاهن چاڙهن باوجود ”الراشد“ پنهنجو علمي سَفر ۽ سلسلو جاري رکيو آهي ۽ انشاءَ الله جاري رکندو.

ڏينهون ڏينهن وڌندڙ مهنگائي ۽ موبائل ٽيڪنالاجي ۽ سوشل ميڊيا جي وڌندڙ پرمار سبب ڪتابن ۽ رسالن جي اشاعت ۽ خريد و فروخت تي ضرور اثر پيا آهن، ان باوجود لکڻ وارن جي تحريرن ۽ پڙهڻ وارن جي تجويزن ۽ تعاون سبب هيءُ علمي سلسلا جاري رهندا آهن. اُميد آهي تہ فيضانِ حضرت روضي ڌڻي قدس سره جي فيض يافتہ ۽ شبستان راشد جي هن خوبصورت شمع ”الراشد“ جي روشني ۽ لاٽ هميشہ جاري رهندي. اميد ٿي ڪجي تہ اوهان پنهنجي قيمتي تجويزن، راين ۽ مشورن سان هر موڙ تي اسان جي حوصلہ افزائي ۽ رهنمائي ڪندا رهندا.

باري تعاليٰ پنهنجي حبيب جي صدقي اوهان سيني محبن ۽ مهربانن جي تعاون، سهڪار ۽ ساٿ کي هميشہ سلامت رکي. آمين.

***

# رَاشِدُ الـتَـفـاسِـيـر

## قرآن مجيد جا تفسيري نُڪتا (1)

از: پير سائين روضي ڌڻي قدس سره

پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره قادري سلسلي جو شيخ طريقت هئڻ سان گڏ هڪ رباني عالم دين، مفسر، محدث، مجتهد ۽ فقيهه هيو. قرآن مجيد جي مُفسر طور ڏسجي ته پاڻ فن تفسير جو زبردست ماهر ۽ علم تفسير جي اصولن ۽ باريڪين جو وڏو ڄاڻو هو. سندن ڪتب خاني ۾ تفسير جا اهم ۽ امهات الڪتب موجود هيا. پاڻ جنهن نموني قرآن مجيد جي آيتن جو تفسير بيان ڪندا هئا، ان جو هڪ الڳ ۽ منفرد انداز هيو جنهن جا انيڪ ۽ اڻ ڳڻيا آثار سندن تصنيفات، مڪتوبات توڙي ملفوظات ۾ موجود آهن. ان ڪري ضروري آهي ته ”پير سائين روضي ڌڻي بطور مُفسر قرآن“ جي موضوع تي تحقيق ڪجي ۽ سندن اعليٰ علمي شخصيت ۽ تبحر علمي جي هن اهم رُخ کي واضح ڪجي. قرآن مجيد جي عُلوم ۽ تفسيري نُڪتن جي حوالي سان پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جي علمي ۽ عرفاني فيضان جي سمنڊ مان چونڊ افادات ۽ نڪتا هتي سلسلہ وار ڏنا ويندا ۽ انهيءَ سلسلي جو عُنوان سندن اسم مبارڪ جي نسبت سان ”راشد التفاسير“ رکيو ويو آهي.

(**ايڊيٽر**)

أَعُوذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ

### اُمّ الڪتاب:

”جيڪي قرآن ڪريم ۾ مفصل بيان ٿيل آهي، سو سُورة فاتحه شريف ۾ مجمل آهي ۽ جيڪي سُورة فاتحه ۾ مفصل بيان ٿيل آهي، سو ’بسم الله‘ شريف ۾ مجمل آهي. جيڪي بسم الله ۾ مفصل آهي، اهو بسم الله جي ”با“ ۾ مجمل آهي. پوءِ سُورة فاتحه قرآن ڪريم جي ”اُم الڪتاب“ آهي ۽ بسم الله وري سُورة فاتحه جي اُمّ الڪتاب آهي ۽ ”با“ بسم الله جي اُمّ الڪتاب آهي.“

جڏهن ته انسان الله پاڪ جو خليفو آهي ته "با" پڻ "الف" جو خليفو آهي ۽ "با" کي اهو سمورو شرف ڪسر (زير) کان مليو آهي. جيئن حديث قدسي ۾ آهي:

انا عند منكسرة القلوب

(آئون رب ڪريم، پڳل، انڪساري ڪندڙ جهڪيل ۽ ٽٽل دلين وٽ موجود آهيان)

جڏهن ته "با"، "الف" جو خليفو هئي ته اُن بسم الله شريف جي سيني اکرن تي حُڪم هلائي سيني کي زير ڪيائين، ڇو ته "ماڻهو بادشاهن جي قاعدن ۽ قانونن جا تابع هوندا آهن." سمجهدار انسان لاءِ اهو هڪ حرف به ڪافي آهي.

## الله سبحانہ وتعاليٰ جي حمد ۽ ثناءَ:

- تفسير عرائس البيان ۾ آهي ته: "الله تعاليٰ ٻانهن کي پنهنجو شُڪر ڪرڻ سيکاريو. ڇو ته الله تعاليٰ کي معلوم هو ته ٻانها سندس شُڪر ڪرڻ کان عاجز آهن. پوءِ الله تعاليٰ مخلوق کي ادب سيکارڻ ۽ احسان ڪرڻ لاءِ پنهنجو حَمد اڳ ۾ آندائين."
- تفسير لطائف قُشيري ۾ آهي ته: "الله سُبحانه و تعاليٰ پنهنجي دوستن جو پنهنجي واسطي حمد ۽ ثنا ڪرڻ جو سخت ارادو ڄاتو. پر اهو به ڄاتائين ته اهي سندس عزت ۽ شان موافق مدح جي حق ادا ڪرڻ کان عاجز آهن. پوءِ انهن کي خبر ڏنائين ته ان ربّ ڪريم جلّ شانہ پنهنجو حَمد پاڻ ڪيو آهي. انهيءَ سببان پنهنجي خطاب کي "الحمدلله" جي پنهنجي ارشاد سان پاڻ شروع ڪيائين..."
- اَوّلين ۽ آخرين جي خطيب، فَصيحن جي سردار ۽ بليغن جي امام سيدنا محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن الله سبحانه و تعاليٰ جو پنهنجي لاءِ پاڻ حمد ۽ ثنا جو ارشاد ٻڌو ته پاڻ صلي الله عليہ وسلم جن سمجهي ويا ته ان حالت ۾ الله تعاليٰ جي حمد ۽ ثنا ڪرڻ کان زبان بلڪل قاصر آهي. تڏهن فرمايائون:

لَاأُحۡصِي ثَنَاءً عَلَيۡكَ، أَنۡتَ كَمَا أَثۡنَيۡتَ عَلَىٰ نَفۡسِكَ

(اي منهنجا الله! آءُ تنهنجي حمد ۽ ثنا نہ ٿو ڪري سگهان، تون ائين آهين، جيئن تون پنهنجي لاءِ پاڻ حمد ۽ ثَناء ٿو ڪرين.)

## حمد واريون ٽي زبانون: انساني، روحاني ۽ رباني:

تفسير عرائس البيان ۾ آهي ته: "الله تعاليٰ جي حمد ڪرڻ واريون زبانون ٽي آهن. (1) لسان انساني، (2) لسان روُحاني ۽ (3) لسان رَباني:

* **لسان انساني:** يعني انسانن واري ظاهري زبان. سا عام ماڻهن کي آهي، ان جو شڪر ۽ حمد ڪرڻ هن طرح هوندو آهي، جو اها الله تعاليٰ جي انعام ۽ مهرباني جو ذڪر ڪندي آهي ۽ قلبي تصديق سان شُڪر ادا ڪندي آهي.

* **لسان روحاني:** يعني روُح واري زبان، اها انتهائي خاص ٻانهن يعني خواصّن جي زبان آهي، ان جو قلبي ذڪر آهي، جيڪو لطيفن سان ٿيندو آهي، ان سان حالتن جي سهڻي تربيت ۽ افعالن جو تزڪيو ٿيندو آهي.

* **لسان رباني:** اها عارفن جي زبان آهي، ان جو شڪر ڪرڻ هن ريت آهي جو اها حق تعاليٰ جلّ جلاله جي شڪر ڪرڻ جي ارادي سان، رازداري واري حرڪت ڪندي آهي، جيڪا معرفت جي لطيفن جي ادراڪ ۽ عجائبات جي ظهور کان بعد، مشاهدي جي نعمت سان ۽ الله تعاليٰ جي قرب ۽ ويجهڙائي حاصل ڪرڻ وارن عملن ذريعي گهرائي ۾ پوڻ سان شڪر ڪندي آهي ۽ اُنسيت ۽ وِرونهن

جا ميوا چونديندي آهي ۽ جنهن سان رُوح. بَحر القدوس يعني قدوسيت جي بي ڪنار درياءُ ۾ ٽٻيون هڻندو آهي ۽ رازن جي لذت ۽ انوارِ الاهي جو مشاهدو ماڻيندو آهي. پوءِ الله تعاليٰ جو حمد ڪندڙ پنهنجي مقامن ۽ مقصدن ۾ مختلف زبانن سان سندس حمد ۽ ثناء بيان ڪن ٿا.“

## عالَم ٽي آهن:

عالم الاهي، عالم امر۽ عالم خلق

انهي ٽنهي عالمن مان هر هڪ جا ٻه ڪتاب آهن: هڪڙو مجمل، جنهن کي ”اُم الڪتاب“ ٿا چون. ۽ ٻيو مفصل، جنهن کي ”ڪتاب المبين“ چون ٿا.

(1) عالم الاهي ۾ ام الڪتاب، ذات بحث ئي آهي ۽ سندس علم ۾ ڪتاب المبين آهي.

(2) عالم امر ۾ امّ الڪتاب ”قلم“ آهي ۽ ”لوح ڪتاب المبين“ آهي.

(3) عالم خلق ۾ ”ڪُرسي“ ام الڪتاب آهي ۽ ”عرش“ ڪتاب المبين آهي. جيڪو ڪجهه ام الڪتاب ۾ مجمل آهي، اهو ”ڪتاب المبين“ ۾ مفصل آهي.

**نُڪتو:** انسان ڇهن ڪتابن ۽ ٽنهي عالمن جو جامع ۽ آئينو آهي.

انسان اهو ڪتاب آهي، جيڪو انهن ڇهن ئي ڪتابن جو جامع ۽ ٽنهي عالمن جو آئينو آهي. جيئن ارشاد باري تعاليٰ آهي:

”سَنُرِيهِمْ ءَايَٰتِنَا فِى ٱلْءَافَاقِ وَفِىٓ أَنفُسِهِمْ“

(حم سجده: 53)

**عالم خلق ۾:** انسان جو نفس ام الڪتاب آهي ۽ ڪُرسي جو آئينو آهي ۽ عالمَ خَلق ۾ انسان جو بَدن ڪتابُ المُبين آهي ۽ عرش جو آئينو آهي.

**عالم امر ۾:** انسان جو روح ام الڪتاب آهي ۽ قلم جو آئينو آهي ۽ عالم امر ۾ انسان جو قلب ڪتاب المبين آهي ۽ اهو ”لوح“ جو آئينو آهي ۽ سڀ انسان ذات،حق سبحانہ و تعاليٰ جي ذات جو آئينو ۽ اُمّ الڪتاب آهن ۽ انسان جي تفصيل جو علم، سو حق سبحانہ و تعاليٰ جي علم جو آئينو ۽ ڪتاب المبين آهي.

مولانا جلال الدين رومي قدس سره فرمائي ٿو:

علم حق درعلم صوفي گُم شود
اين سُخن ڪے باور مردم شود

يعني حق تعاليٰ جو علم، ڪامل انسان جي علم ۾ گُم ٿئي ٿو پوءِ جيئن حق سبحانہ و تعاليٰ سڀني عالمن لاءِ مُحيط آهي تہ اهڙي طرح انسان بہ مڙني عالم جو آئينو آهي.

_ (هلندڙ)



# دَرسِ حديث ۽ دَرسِ ملفوظات

قرآن مجيد جي ختم شريف جي آغاز ۽ اختتام واري محفل ۾ شِرڪت ڪرڻ جي ثواب ۽ دَرجي بابت، امام دارمي، ابو محمد، عبدالله بن عبدالرحمان رحمة الله عليہ (متوفي ٢٥٥هـ) هڪ مرفوع حديث بيان ڪئي آهي:

**عَن ابي قلابہ رفعہ قال: من شهد القرآن حين يفتتح فكا نما شهد فتحا في سبيل الله ومن شهد ختمه فكانما شهد الغنائم حين تقسم.**

يعني: جنهن ماڻهو قرآن مجيد جي افتتاحي محفل ۾ شرڪت ڪئي، اهو ڄڻ في سبيل الله جهاد جي فتح واري ثواب ۾ شامل ٿيو ۽ جنهن ماڻهو ختم قرآن جي اختتامي دعائيہ تقريب ۾ شرڪت ڪئي، اهو ڄڻ فتح جهاد کانپوءِ غنيمتن جي تقسيم ٿيڻ واري محفل ۾ شريڪ ٿيو.

(سنن دارمي: رقم الحديث 3472_ص 1045، ڪتاب فضائل القرآن_ باب في ختم القرآن. دارالمعرفت بيروت، طبعہ اولي، 2000ع).

حضرت امام العارفين پير سائين روضي ڌڻي قدس سره فرمايو تہ:

قرآن شريف جي ختم واري دُعا ٻڌڻ واري کي بہ اهڙو ئي ثواب حاصل ٿيندو، جهڙو قرآن مجيد جي پڙهندڙ کي. پوءِ ان تي حديث شريف مان مثال بيان فرمايائون تہ غازي في سبيل الله جنگ ڪري، غنيمت جو مال آڻيندا آهن تہ پوءِ ان جي ورهائڻ مهل جيڪڏهن ڪو ٻيو شخص بہ اچي حاضر ٿيندو تہ ان کي بہ ان مال مان حصو ملندو.

(مجمع الفيوضات. باب پهريون، فصل پنجون، نماز ۽ دعا_ نقل 26)

## ڪافي سُر سسئي

### پير سيد محمد راشد روضي ڌني قدس سره

ٿلهہ: آٿي لڪئي لُڏن لائي، آءُ ڪا جوڙ جتن جي

- جي مون نيئنم پاڻ سان، دائين جيئان دائي
- پَسي پنهنجا ڪمڙا، لالڻ آهيان لڄائي
- ڪُنُ پارسي پاڻ ۾، آءُ ڪيئن سمجهان ساوائي
- سرتيون انهيءَ سور ۾، مون سان ڏيرن ڪا نہ نڀائي
- وَٺي وَرُ وات ٿيا، ڏيرن ڪئي ڏاڍائي
- دروازي تي دوست جي، آءُ تان جيڏيون ويندس جائي

(2)

## ڪافي سُر حسيني

### پير سيد علي گوهر شاهہ اصغر سائين قدس سره

ٿلهہ: ساري ڏيج سلام، ساري سيد ڄام کي

- سرور سڻي سوال تون، مون توُن لاهہ مَلام
- پارج پنهل ڄام تون، جيڪي ڪيئہ ڪلام
- ڇڏي سانگا سيئي، لڳيس تنهنجي لام
- آري آءُ عجيب تون، روهن منجهہ رُلا مَ
- سگهو سار لهيج تون، الله لڳ علام
- "اصغر" هن عاشق سان، ظلم ڪيو نہ ظلام.

***

# روحاني خطاب: اعليٰ حضرت پير سائين سيد صبغت الله شاهہ ثالث، پير پاڳاره هشتم، دام اقباله

دعوت ٿلهو شريف سانگهڙ خليفو علي غلام نظاماڻي تاريخ: 22، 1، 2017ع بمطابق 23، 4، 1438ھ بروز آچر

بسم الله الرحمن الرحيم

السلام عليڪم:

خدا تعاليٰ توهان کي توهانجي اولاد کي، توهان جي خاندان کي پنهنجي حفظ و امان ۾ رکي. هر آفت، هر آزمائش ۽ تڪليف کان پنهنجي پناهہ ۾ رکي. باري تعالي حضور پاڪ جي صدقي ۾ توهان جي رزق ۾ روزي ۾ برڪت عطا فرمائي. مان اڳ ۾ يي جماعت کي هميشہ چوندو رهيو آهيان. جو پنهنجي اولاد، خصوصن پنهنجي نياڻين تي، پنهنجين ڇوڪرين تي وڌيڪ توجهہ ڏيو. انهن جي صحبت بهتر ڪيو ان جي تعليم تي وڌ ۾ وڌ توجهہ ڏيو ڇو جي اڳتي تعليم ڪم ايندي ۽ ننڍي ٻارن جي مهرباني ڪري سنڱابندي نہ ڪيو اهو شرعي طور سان جائز ناهي، جو توهان ننڍي ٻارن جي سنڱابندي ٿا ڪيو ۽ اهو هڪ شيءَ پنهنجي ذهن ۾ رکو تہ جيستائين ڇوڪري ها نٿي ڪري، نڪاح جائز ناهي. تنهنجي ڪري غير شرعي شين کان توهان پري رهو. هميشہ ڪوشش ڪري ننڍين جي غلطين کي، پيار ۽ مُحبت سان درست ڪيو ڇو جو هميشہ جي سختي ٻار کي اجا خراب ٿي ڪري، پنهنجي ٻارن کي، ڇوڪرين کي مُحبت ۽ پيار ڏيو. ڇوڪرين جي تعليم تي توجه ڏيو جو پنهنجي اڳتي گهر کي، ٻارن کي سنڀالي سگهي. جڏهن بہ چاهي وڏو ماڻهو هجي يا ننڍو ماڻهو هجي، خدا خير ڪري غمي، خوشي هر ڪنهن وٽ اچڻي آ. جڏهن بہ تڪليف ٿئي ٿي، اڳ ۾ توهان جا پاڙيسري ٿا پهچن، تنهنجي ڪري پنهنجي پاڙيوارن جي عزت تمام ضروري آ، پاڙي سان پيار سان مُحبت سان هلو هميشہ هر دُعا ۾، هر نماز ۾ پاڪستان جي لاءِ، درگاهہ جي لاءِ، جماعت جي لاءِ هميشہ دُعا گهرو. اسان کي اگر پاڪستان سان پيار آهي، تہ پوءِ پاڪستان جي فوج سان بہ اسان کي پيار هئڻ گهرجي هميشہ فوج جي لاءِ بہ دُعا گهرو، تہ خدا تعالي انهن کي ايتري توفيق عطا فرمائي، جو دهشتگردي جو چڱي طرح مقابلو ڪري سگهن ۽ دهشتگردي کي ختم ڪري سگهن. مونکي ڪافي شڪايتون آيون آهن، اگر گهر جو وڏو گذاري ٿو وڃي، تہ پوءِ نياڻين کي، ڇوڪرين کي انهن جو حق نہ ٿو ملي، جو شرعي حق آ، توهانجي نياڻي جو ڇوڪري جو اهو شرعي حق نياڻي کي ڏيڻ کپي، اهو توهان وٽ امانت آ. چاهي امير هجي، غريب هجي دنيا ۾ جو آيو آ، پيغمبر، ولي سيني کي پنهنجو ٽائيم گذاري واپس خدا ڏي اچڻو آ. تنهنجي ڪري وڏن جي پراپرٽي، جائيداد ۾ ملڪيت ۾ شرعي حق، جو ڇوڪرين جو رکيل آ، انهن کي اهو ملڻ کپي، اهو انهي جو حق آ، اهو توهان وٽ امانت آ، امانت ۾ خيانت ڪندو تہ هن دنيا ۾ بہ فائدو ناهي ۽ آخرت ۾ بہ فائدو ناهي، تنهنجي ڪري ڇوڪرين جو حق انهن کي ملڻ کپي. ڇوڪرين کي توهان پڙهايو جو اڳتي پنهنجي گهر کي سنڀالي سگهي ۽ پاڙيواري جي هميشہ عزت ڪيو. خدا تعالي توهان جي دل ۾ ننڍين جي لاءِ مُحبت عطا فرمائي ۽ ننڍين کي وڏن جي لاءِ عزت، مُحبت باري تعالي دل ۾ عطا فرمائي. جڏهن بہ توهان واندا آهيو درود، صلوات انهي جو ورد ڪيو. پنهنجو ذڪر اهو قائم رکو. خدا تعالي دنيا ۾ ۽ آخرت ۾ انهي جو توهان کي اجر ڏيندو. جاتي بہ رهو ٿا ڳوٺ ۾ رهو يا شهر ۾ رهو هميشہ عزت، مُحبت، پيار ۽ پاڙي جي عزت. توهان پنهنجي مذهب تي پنهنجي فرقي تي قائم رهو ڪنهن ٻي جي عقيدي سان، مذهب سان، فرقي سان ڇيڙڇاڙ نہ ڪيو حساب وٺڻ وارو باري تعالي آهي، بندو حساب نہ ٿو وٺي سگهي، توهان پنهنجي عقيدي تي قائم رهو ٻي جي عقيدي سان ڇيڙ ڇاڙ نہ ڪيو هي بہ وڏي عبادت آ، جو پنهنجي عقيدي تي توهان قائم آهيو ٻي جي عقيدي جي ڇيڙ ڇاڙ نہ ٿا ڪيو اهو بہ عبادت آ. خدا تعالي توهان کي رزق ۾ روزي ۾ حضور پاڪ جي صدقي ۾ برڪت عطا فرمائي. هر آزمائش، تڪليف کان توهان کي پنهنجي حفظ و امان ۾ رکي. (آمين)

**(موڪليندڙ: فقير شاهنواز نظاماڻي-سانگهڙ)**

# جامع راشديہ استاذ العلماءَ ۽ سڪندري عالم

شيخ الحديث مفتي محمد رحيم سڪندري

حضرت استاد العلماءَ مولانا فقير محمد صالح مَهر رحمت الله عليہ جي خواهش هوندي هئي تہ الله جل شانہ ۽ سندن پياري حبيب صلي الله عليہ وسلم جو پيغام جماعت جي گهر گهر پهچي، جماعت ۾ پاڻ بہ تبليغ ڪندا هئا ۽ پنهنجي شاگردن ۽ عقيدت مندن کي تبليغ جي ترغيب ڏيندا هئا ۽ ڪين چوندا هئا تہ مسجدون آباد ڪيو. مدرسا قائم ڪيو ۽ قرآن مجيد جي تعليم عام ڪيو. سندن تبليغ جي ڪري جماعت جي ڪافي ڳوٺن ۾ مسجدون آباد ٿيون ۽ مدرسا قائم ٿيا ۽ قرآني تعليم جو سلسلو نہ فقط جاري ٿيو بلڪ انهيءَ ۾ اڄ تائين اضافو ٿيندو رهيو آهي. انهيءَ تبليغ کي وڌيڪ مؤثر بنائڻ ۽ اجتماعي طرح تبليغي خدمتون سرانجام ڏيڻ خاطر جامع راشديہ جي فاضلن جي هڪ تنظيم "جمعيت علماءِ سڪندريہ" جي نالي سان ١٣٨٧هہ/ 1967ع ۾ قائم ڪيائون. جمعيت جي پهرين ميٽنگ ۾ اهو طئي ڪيو ويو تہ "الراشد" نالي تہ ماهي رسالو جاري ڪيو وڃي.

استاد سائين رحمة الله عليہ جي حياتي ۾ 1396هہ/1975ع ۾ رسالو جاري ٿيو جنهن تبليغ جهڙي اهم فرض کي احسن طريقي سان سرانجام ڏنو ۽ پاڻ ملهايو ۽ ملفوظات پيرسائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره بہ سندن دلي خواهش موجب ترجمو ٿي ۽ ان جي ڇپائي جي سعادت سندن قائم ڪيل تنظيم "جمعيت علماءِ سڪندريہ" کي حاصل ٿي.

ملفوظات شريف جي سنڌي ترجمي جي سعادت حضرت مولانا محمد قاسم مشوري رحمت الله عليہ ۽ مولانا مفتي دُر محمد سڪندري رحمت الله عليہ کي نصيب ٿي.

استاد سائين رحمة الله عليہ "حُر تحريڪ" دوران لوڙهن ۽ جيلن ۾ رهيا. جيل ۾ سورت فاتحہ جو تفسير سنڌي زبان ۾ "ڪشف الحجاب" جي نالي سان لکيائون. آڳاٽو اهو تفسير ماهوار "الراشد" ۾ قسط وار شايع ٿيو هو ۽ هن وقت جامعہ راشديہ جي لئبريري جي زينت بڻيل آهي.

عبدالفطر ۽ عيدالاضحيٰ جا خُطبا جيڪي استاد سائين رحمة الله عليہ درگاهہ شريف تي ڏيندا هئا، تمام گهڻا جاندار هوندا هئا. سندن خطبن ۾ تمام گهڻو اثر هوندو هو، اهو ئي سبب آهي جو حضرت پير سائين پاڳاره شاهہ مردان شاهہ ثاني قدس سره سندن خطبا وڏي توجهہ ۽ انهماڪ سان ٻڌندا هئا. جُمعي ۾ استاد سائين جيڪي خُطبا ڏيندا هئا، اهي پڻ علمي خُطبا هوندا

هئا. انهن خطبن لاءِ حوالا، ڪتابن جا صُفحا، حديثن يا روايتن جا اشارا تحرير فرمائيندا هئا. انهن تحريرن کي گڏ ڪجي تہ هڪ بهترين ڪتاب ٺهي سگهي ٿو.

ان ڪانسواءِ تعليم جي بهتري لاءِ شاگردن ۾ محنت جو جذبو پيدا ڪرڻ، ذهين ۽ محنتي شاگردن جي مختلف طريقن سان حوصلہ افزائي ڪرڻ حضرت استاد ۽ مهتمم سائين رحمة الله عليہ جي عادت هئي، شاگردن جي معقول ۽ مناسب ضرورتن جي لاءِ ترجيح ڪان ڪم وٺڻ ۽ مختلف جاين تي انهن کي نمايان ڪرڻ وغيره بہ سندن عادت هئي.

تعليمي ميدان ۾ استاد سائين رحمة الله عليہ جي هڪ منفرد سوچ ۽ راءِ اها بہ هئي تہ تعليم سان مُتعلق انتظاميہ ۽ استاد خلوص، نيڪ نيتي ۽ بي لوثي سان خدمت ڪندا رهن، باقي رهيو نتيجو، اهو الله جل شانہ جي لُطف ۽ ڪرم جي حوالي ڪري ڇڏجي.

پاڻ فرمائيندا هئا تہ، شڪاري شِڪار لاءِ ڄار وڇائيندو آهي، ڄار ۾ حلال سان گڏ حرام پکي بہ ڦاسندا آهن، اهڙي طرح اسان پڙهائيندڙ بہ ڪيترن ئي طالب علمن جي تعليم ۽ تربيت جي ڪوشش ڪندا آهيون. پر مُفيد ۽ لائق ٻار ٿورا تيار ٿي ملندا آهن ۽ اسان انهيءَ تي ئي شڪر گذار رهندا آهيون. مطلب تہ هر ممڪن ۽ همہ جِهت ڪوشش ۽ محنت ڪانپوءِ، حاصل ٿيل ڦل ۽ نتيجي تي باري تعالیٰ جي شڪر گذاري ضروري آهي.

***

# شوال مهيني جا چند اهم واقعا

محمد دائم درس سڪندري

شوال مهيني ۾ اسلامي تاريخ جي حوالي سان تمام گهڻن واقعن جو ذڪر ملي ٿو. هتي چند اهم واقعن جي فهرست ڏني وڃي ٿي. جيڪي شوال مهيني سان لاڳاپيل آهن.

(1) غزوه احد، شوال 3 هجري. (2) غزوه احزاب يا خندق، شوال 5 هجري، (3) غزه حُنين، شوال 8 هجري، (4) غزوه بَني قينِقاع، شوال 6 هجري، (5) تزويج ام المومنين عائشہ صديقہ رضي الله عنها، (6) شهادت سيد الشهداءِ امير حمزه رضي الله عنہ (15 شوال 3 هجري)، (7) وفات امام ابن سِيرين (33هہ-110هہ) 10 شوال، (8) وفات امام ابو عبدالله محمد بن اسماعيل بُخاري، پهرين شوال، (9) وصال امام جعفر صادق رضي الله عنہ، (10) وفات امام ابن جرَير طَبري، مؤرخ ۽ مُفسر،(27 شوال 310هہ) (11) وفات علامہ ابن قدامه مقدسي، يڪم شوال 620هہ (12) فَتح اُندلس، طارق بن زياد، 21 شوال 92 هہ، (13) وفات مفسر قرآن، امام فخر الدين رازي، يڪم شوال 606هہ، (14) انهدام قُبور جنت البقيع، مَدينہ طيبہ، شوال 1344هہ، (15) وصال امام علاؤالدين حصڪفي حنفي، 10 شوال 1088هہ، (16) وفات سلطان نُور الدين زنگي، 11 شوال 869هہ، (17) وفات امام ابو داؤد سجستاني، 15 شوال 275هہ، (18) ولادت امام شرف الدين، بُوصيري، يڪم شوال 608هہ، (19) ولادت فخر العاشقين پير سائين سيد حزب الله شاهہ مسڪين تخت ڌڻي 18 شوال (20) ولادت امام احمد رضا خان فاضل بريلوي رحمت الله عليہ.

# شوال جي فضيلت ۽ عبدالفطر جا آداب

فقير عبدالنبي شر سڪندري

اسلامي سال جي ڏهين مهيني جو نالو "شوال المعظم" آهي ۽ شوال حَج جي تياري ۽ سَفر جي مهينن ۾ شامل پهريون مهينو آهي. رمضان شريف جي پُڄاڻي کانپوءِ، شوال جي پهرين تاريخ عيدالفطر آهي ۽ اهو بابرڪت ڏهاڙو عيد، خوشي ۽ رمضان شريف جي روزن ۽ عبادتن جي شُڪراني جو ڏينهن آهي.

**شوال جي ڇهن روزن جو ثواب:**

"عيدالفطر" جي ڏينهن روزو رکڻ، مڪروهه ۽ منع آهي، چو ته اهو کائڻ پيئڻ، خوش ٿيڻ ۽ ملڻ جلڻ جو ڏينهن آهي، البته عيد کانپوءِ شوال جي ڇهن روزن رکڻ جي تمام وڏي فضيلت آهي. حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور پاڪ صاحب لولاڪ صلي الله عليه وسلم فرمايو، جنهن شخص عيدالفطر کانپوءِ ڇهه لڳاتار روزا رکيا، اُن ڄڻ پورو سال روزا رکيا ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته ان ڄڻ پوري زندگي جا روزا رکيا.

**مسئلو:**

جيڪڏهن ڪنهن شخص جي ذِمه رمضان جو قضا روزو آهي ته اهو عيد کان پوءِ پهريان قضا روزو رکي ۽ ان بعد شوال جا نفلي روزا رکي.

**عيدالفطر جي شروعات:**

عيدالفطر جي شروعات، هجرت جي پهرئين سال کان ٿي. جڏهن پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم مڪي پاڪ کان هجرت ڪري مديني شريف تشريف فرما ٿيا ته اتي ماڻهن کي مخصوص ڏينهن ۾ هڪ هنڌ گڏ ٿي بيڪار ڪمن ۾ مشغول ڏٺائون ۽ پڇا ڪرڻ تي چوڻ لڳا ته، اهي اسان جي خوشي جا ڏڻ ۽ ڏهاڙا آهن، جيڪي پيڙهين کان ملهائيندا پيا اچون. تڏهن حضور سيد عالم صلي الله عليه وسلم ارشاد فرمايو ته: الله پاڪ اوهان کي انهن جي بدلي ۾ ٻه افضل ڏينهن ڏنا آهن، هڪ عيدالفطر ۽ ٻيو عيدالاضحيٰ.

**عيد رات جي فضيلت:**

ابن ماجد شريف ۾ حضرت ابو اُمامه رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم فرمايو: جنهن شخص ٻنهي عيدن (عبدالفطر ۽ عيدالاضحيٰ) جي راتين ۾ ثواب جي ارادي ۽ يقين سان عبادت ڪئي ته ان جو دل ان ڏينهن مرده نه ٿيندو، جنهن ڏينهن ٻين جا دل مرده ٿي ويندا.

**پنج بابرڪت راتيون:**

امام منذري "الترغيب والترهيب" ۾ حضرت معاذ بن جَبل کان روايت ڪئي آهي ته: "جنهن شخص انين، ذوالحج جي رات، عرفه جي رات، عيدالاضحيٰ جي رات، عيدالفطر واري رات ۽ پندرهين شعبان واري انهن پنجن راتين کي عبادت ذريعي زنده ڪيو، ان لاءِ

جنت واجب آهي.

**عيد جي رات ۽ بدنصيبي**:

رمضان مبارڪ جي اختتام ۽ عيد جي پلاري رات شروع ٿيڻ سان ئي ماڻهو بجاءِ شڪراني دُعائن ۽ عبادتن جي، عيد جي تياري جي نالي تي، بيڪار ۽ فضول ڪمن ۾ مشغول ٿي، هن رات جي فضيلت ۽ برڪتن کان محروم ۽ نصيب رهجي ويندا آهن. حالانڪ عيد جي رات، عبادت ڪرڻ جو اڻ ڳڻيو ثواب آهي.

**عيدالفطر جا آداب**:

- عيد جو چنڊ ڏسڻ بہ ثواب ۽ مستحب آهي.
- عيد جي صبح، نماز فجر باجماعت ادا ڪرڻ گهرجي.
- نماز کان بعد، عيد جي تياري ڪرڻ گهرجي ۽ غسل ڪري نوان يا صاف سٿرا ڪپڙا پائي، خوشبوءِ لڳائڻ گهرجي،
- عيد جي صُبح کان ئي زبان تي الله اڪبر جو ورد هجي.
- عيدالفطر کان اڳ اڪي عدد تي کجور کائي يا ڪا بہ مٺي شيءِ کائڻ سنت آهي.
- عيد جي لاءِ رواني ٿيڻ بعد، رستي ۾ الله اڪبر با آواز بلند پڙهندي وڃڻ گهرجي.
- عيد جي نماز خطبي ۽ دعا بعد، مصافحو يا معانقو ڪرڻ بہ سنت آهي. يعني پاڻ ۾ هٿ ملائڻ، ڀاڪر پائڻ، ڪنڌ ملائڻ.
- عيد کانپوءِ مبارڪباد ڏيڻ بہ مستحب آهي.
- عيد کان اڳ صدقہ فطر ادا ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن مجبوراً ادا نہ ڪيو آهي تہ عيد کان پوءِ ادا ڪري سگهجي ٿو.

# ذڪر الاهي ۽ درودشريف

ولي محمد راهمون سڪندري

حجت الاسلام ابو حامد امام محمد غزالي رحمت الله عليہ پنهنجي مشهور ڪتاب "مڪاشفت القلوب" جي پهرين باب ۾ لکن ٿا تہ هڪ دفعي حضرت دائود عليہ السلام پنهنجي عبادتگاهہ ۾ زبور جي تلاوت ڪري رهيو هو تہ اچانڪ ڪيس مِٽيءَ ۾ هڪ ڳاڙهو ڪيڙو نظر آيو. حضرت دائود عليہ السلام کي دل ۾ خيال آيو تہ هن ڪيڙي جي پيدائش جي ڪهڙي ضرورت هئي؟ الله پاڪ جي امر سان ان ڪيڙي ڳالهايو ۽ چوڻ لڳو: اي الله جا نبي! مون کي الله تعاليٰ روزانو ڏينهن جو هڪ هزار دفعا هيءَ ذڪر شريف پڙهڻ جو حڪم ڏنو آهي:

سُبحانَ اللهِ، والحمدُ للهِ، ولا إلهَ إلاَّ اللهُ، واللهُ أكبرُ

۽ الله تعاليٰ مونکي رات ۾ آخري نبي حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن جي مٿان هي درود شريف هڪ هزار دفعا پڙهڻ جو حڪم ڏنو آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدِ ِالنَّبِیِّ الْاُمِّیِّ وَعَلٰی آلِهٖ وَصَحبِهٖ وَسَلِّمْ

حضرت دائود عليہ السلام کي اهو ڪيڙو چوڻ لڳو تہ اي الله جا نبي اوهان جي راءِ ڪهڙي آهي، تہ جيئن اوهان مان بہ مستفيض ٿيان؟ حضرت دائود عليہ السلام اهو ٻڌي ان ڪيڙي کي حقير سمجهڻ تي پريشان ٿيا ۽ پاڻ الله جي خوف جي ڪري سجدي ۾ ڪريا ۽ الله ڏي رجوع ڪيائون. اي عزيزا ڪنهن بہ مخلوق کي حقير سمجهڻ نہ گهرجي. جو تہ الله پاڪ جي هر مخلوق ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ فڪر ۾ مشغول آهي. الله پاڪ اسان کي ڪثرت سان ذڪر ڪرڻ ۽ درودو سلام پڙهڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين!




**حافظ لياقت علي ٿانوري سڪندري**

قرآن شريف ۾ ارشاد آهي:

وَلَا يَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ يَبْخَلُوْنَ بِمَآ اٰتٰىهُمُ اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ هُوَ خَيْرًا لَّهُمْ ۭ بَلْ هُوَ شَرٌّ لَّهُمْ ۭ سَيُطَوَّقُوْنَ مَا بَخِلُوْا بِهٖ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ

ترجمو: اهي ماڻهو جيڪي بخيلي ڪن ٿا ان ۾ جيڪو الله تعاليٰ پنهنجي فضل مان انهن کي عطا ڪيو هرگز انکي پنهنجي لا ءِ ڀلو نہ سمجهن بلڪ اهو انهن لاءِ برو آهي عنقريب اهو جنهن ۾ بخل ڪيائون قيامت جي ڏينهن انجا انهن کي ڳٽ پارايا ويندا.

حضرت بريده رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو تہ جيڪا قوم زڪوة ادا نہ ڪندي الله تعاليٰ ان قوم کي قحط سالي ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندو آهي.

حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ کان روايت آهي حضور نبي ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ ارشاد فرمايو تہ: سُڪي ۽ خشڪي ۾ جيڪي جانور هلاڪ ٿيندا آهن اهي زڪوة نہ ڏيڻ جي ڪري هلاڪ ٿيندا آهن. زڪوات وانگر عُشر بہ واجب آهي جنهن جو تعلق پوک ۽ اناج سان آهي. هتي عُشر جا ڪجهہ اهم مسئلا آسان سوالن ۽ جوابن ۾ ڏجن ٿا.

**سوال**: ڪهڙي پيداوار تي عشر واجب آهي؟

**جواب**: هر اها زمين جنهن جي پيداوار مان نفعو حاصل ڪرڻ مقصود هجي پوءِ چاهي اها ڀاڄين يا ميون جي صورت ۾ هجي يا اناج وغيره جي صورت ۾ هجي.

حضرت جابر رضي الله عنہ کان روايت آهي حضور عليہ الصلاۃ والسلام ارشاد فرمايو هر اها زمين جيڪا دريا ۽ برسات تي آباد ڪئي وڃي انجي پيداوار مان عشر ( ڏهون حصو) ڪڍيو ويندو ۽ جيڪا زمين اٺ يعني (جانورن) تي پياري وئي يعني اگر ڍَئسن سان يا مشقت سان پياري وئي تہ ان مان نصف عشر (ويهون حصو) ڪڍيو ويندو.

**سوال**: عشر واجب ٿيڻ لاءِ اناج، ميون ۽ ڀاڄين وغيره جو مقدار گهٽ ۾ گهٽ ڪيترو هجڻ ضروري آهي؟

**جواب**: عشر واجب ٿيڻ لاءِ ان پيداوار جي مقدار ڪابہ مقرر ناهي. جيڪا پيداوار ٿئي، ٿوري يا گهڻي ان مان ڏهون حصو يا ويهون حصو ڪڍڻ واجب آهي.

**سوال**: اگر پيداوار جو مالڪ چريو يا نا بالغ آهي تڏهن بہ عشر ڏيڻو پوندو؟

**جواب**: عشر جڏهن تہ زمين جي پيداوار تي ادا ڪيو ويندو آهي ان پيداوار جو جيڪو بہ مالڪ هجي عشر واجب آهي پوءِ انجو مالڪ ڀلي چريو ۽ نابالغ ئي ڇو نہ هجي.

(فتاوي هنديہ ڪتاب الزڪوة الباب السادس في ڪتاب الزرع).

**سوال**: ڇا قرضدار کي عشر معاف آهي؟

**جواب**: قرضدار کان عشر معاف نہ آهي اگر قرض کڻي ڪري زمين خريدي هجي يا پوک وارو پهرئين ئي مقروض هجي يا قرض کڻي ڪري پوکي ٿو انهن سڀني صورتن ۾ قرضدار تي عشر واجب آهي.

(الدر المختار ردالمختار ڪتاب العشر).

علامہ عالم بن علاء الانصاري عليہ الرحمة فرمائن ٿا. زڪواة جي بر خلاف عشر مقروض تي بہ واجب ٿيندو آهي.

(فتاويٰ تاتار خانيہ ڪتاب العشر).

**سوال**: ڇا شرعي فقير تي عشر واجب آهي ؟

**جواب**: جي ها شرعي فقير تي بہ عشر واجب آهي ڇو تہ عشر واجب ٿيڻ جو سبب زمين نامي ( قابل ڪاشت) حقيقتا پيداوار جو هجڻ آهي، ان ۾ مالڪ جي غني يا فقير هجڻ جو اعتبار نہ آهي.

(مخوذ من العنايہ والڪفا ڪتاب الزڪوة باب زڪوة الزرع ).

**سوال**: عشر جي لاءِ سال گذرڻ شرط آهي يا نہ؟

**جواب**: عشر واجب ٿيڻ لاء سال گذرڻ شرط نہ آهي بلڪ سال ۾ هڪ ئي پوک ۾ اگر چند ڀيرا پيداوار ٿي آهي تہ هر ڀيري جو الڳ عشر واجب آهي.

( الدر المختار و رد المختار ڪتاب الزڪوة باب العشر )

**سوال**: مختلف زمينون مختلف طريقن سان پياريون ويون ڇا هر هڪ قسم جي زمين تي عشر واجب آهي؟

**جواب**: جنهن زمين کي دريا يا برسات سان پياريو ويو ان ۾ عشر (ڏهون حصو) واجب آهي ۽ جنهنکي ٽيوب ويل وغيره جي پاڻي وغيره سان پياريو ويو ان ۾ نصف عشر ( ويهون حصو) واجب آهي. اگر هڪڙي ئي پيداوار ڪجھ ڏينهن برسات جي پاڻي سان ۽ ڪجھ ٽيوب ويل وغيره سان سيراب ڪئي وئي تہ ان ۾ اڪثر جو اعتبار ڪيو ويندو. اگر گهڻو برسات جي پاڻي سان سيراب ڪئي آهي تہ ڏهون حصو ورنہ ويهون حصو ڏنو ويندو.

(درمختار و ردالمختار باب العشر).

**سوال**: ڇا اها زمين جيڪا ٺيڪي، مقاطئي تي ڏنل آهي انجي پيداوار تي بہ عشر هوندو ؟

**جواب**: جي ها ٺيڪي تي ڏنل زمين جي پيداوار تي بہ عشر آهي.

**سوال**: هي عشر ڪير ادا ڪندو ؟

**جواب**: هن عشر جي ادائيگي ان جي مٿان آهي جيڪو پوک ڪري ٿو.

(ردالمختار ڪتاب الزڪوة باب العشر)

**سوال**: اگر زمين جو مالڪ خود پوک پوکڻ ۾ شريڪ نہ ٿئي ۽ سڀ ڪم هارين کان وٺي تہ ان صورت ۾ عشر ڪنهن تي هوندو هاري تي يا زمين جي مالڪ تي؟

**جواب**: هن سلسلي ۾ ڏنو ويندو اگر (هاري) مان مراد آهي هن زمين جي پيداوار جو اڌ يا ٽيون حصو وغيره زمين جي مالڪ جو ۽ باقي هاري جو آهي يعني انجي پيداوار ۾ ٻئي حصيدار آهن ان صورت ۾ ٻنهي تي پنهنجي پنهنجي حصي مطابق عشر واجب آهي. (بهار شريعت). اگر ايئن نہ آهي بلڪ ( هاري) مان مراد آهي اجاره يا مزدوري تي وٺندڙ يعني مالڪ زمين ڪرائي تي ڏني مثال طور في ايڪڙ پنجاھ هزار آهي ان صورت ۾ عشر هاري تي آهي زمين جي مالڪ تي ناهي.

نوٽ: ان صورت ۾ مالڪ کي گهرجي تہ اهي پيسا زڪوة جي نصاب ۾ شمار ڪري (مخوذ از بدائع الصنائع)

**سوال:** جيڪا زمين ڪنهن جي مشترڪ گڏيل ملڪيت هجي انجو عشر ڪير ادا ڪندو؟

**جواب:** عشر جي ادائيگي لاء زمين جو مالڪ هجڻ شرط نہ آهي بلڪ پيداوار جو مالڪ هجڻ شرط آهي پوء جيڪو پيداوار جو مالڪ ٿيندو عشر اهو ادا ڪندو.

(ردالختار ڪتاب الزڪوة باب العشر)

**سوال:** عشر ڪل پيداوار مان ڪڍيو ويندو يا اخراجات خرچ پکو وغيره ڪڍي ڪري باقي پيداوار مان ڪڍبو؟

**جواب:** جنهن پيداوار ۾ عشر يا نصف عشر واجب ٿئي ان ڪل پيداوار جو حساب لڳائي عشر يا نصف عشر ڪڍيو ويندو ايئن ناهي جو هر، پاڻي، ٻج يا مزدورن جي مزدوري جا اخراجات ڪڍي پوء عشر جو حساب لڳائجي. بلڪ انهن سميت عشر يا نصف عشر جو حساب ڪيو ويندو.

**سوال:** ڇا حڪومت کي جيڪا ٽيڪس ڊل وغيره جو ڏني وڃي انکي بہ پيداوار کان نہ ڪڍيو ويندو؟

**جواب:** نہ ان کي بہ پهرئين جدا نہ ڪبو. بلڪ ان سميت (ڏهون حصو) يا (ويهون حصو) ڪڍيو ويندو.

(الدر مختار وردالمختار ڪتاب الزڪوة).

**سوال:** عشر ادا ڪڏهن ڪبو؟

**جواب:** جڏهن فصل پچي وڃي ۽ انکي لُٽيو وڃي پوء عشر ادا ڪجي جيئن رب ڪريم جو فرمان آهي.

آتُوا حَقَّهُ يَوْمَ حَصَادِهِ (الانعام)

ترجمو: انجي لڻڻ جي ڏينهن انجو حق ادا ڪيو.

**سوال:** پيداوار وڪڻي ڇڏيائين تہ عشر ڪنهن کي ادا ڪرڻو هوندو وڪڻندڙ کي يا خريد ڪندڙ کي؟

**جواب:** اناج جي پچي وڃڻ ۽ پوک تيار ٿيڻ کانپوء وڪيائين تہ عشر وڪڻندڙ ادا ڪندو.

(ماخوذ از فتاويٰ رضويہ)

**سوال:** ڇا عشر ادا ڪرڻ کان پهريان پيداوار استعمال ڪري سگهجي ٿي؟

**جواب:** عشر ادا ڪرڻ کان پهريان يا عشر پيداوار کان جدا ڪرڻ کان پهريان استعمال ڪرڻ جائز ناهي اگر استعمال ڪئي آهي تہ انجي مقدار جو جيڪو عشر ٿئي ٿو ايترو ڏنڊ ڀريندو.

(الدرمختار وردالمختار ڪتاب الزڪوة)

**سوال:** جنهن تي عشر واجب هجي ۽ اهو فوت ٿي وڃي ۽ پيداوار بہ موجود آهي ڇا ان پيداوار مان عشر ادا ڪيو ويندو؟

**جواب:** اهڙي صورت ۾ اگر پيداوار موجود آهي تہ ان مان عشر ادا ڪيو ويندو.

(الفتاويٰ الهنديہ ڪتاب الزڪوة).

**سوال:** ڇا عشر ۾ پيداوار ئي ڏيڻي آهي يا انجي رقم ڏئي سگهي ٿو؟

**جواب:** حساب ڪرڻ کانپوء رقم بہ جائز آهي ۽ اگر پيداوار مان ادا ڪري تہ اهو بہ جائز آهي.

(الفتاوي المصطفويہ)

**سوال:** اگر گهڻن سالن جو عشر ادا نہ ڪيو آهي تہ هاڻي ڇا ڪري؟

**جواب:** عشر جي عدم ادائيگي تي توبہ ڪري ۽ حساب لڳائي بقدر استطاعت ادا ڪندو رهي، جيستائين پورو ٿئي.

(الفتاوي المصطفويہ).

**سوال:** اگر ڪو فصل پوکڻ تي قادر هجڻ جي باوجود نہ پوکي تہ ڇا ان تي عشر جي ادائيگي لازم آهي؟

**جواب:** ان صورت ۾ عشر واجب ناهي ڇوتہ عشر جو وجوب پيداوار تي آهي صرف زمين تي نہ آهي.

(ردالمختار باب العشر)

***

# امام سُيوطي جي روايت ۾ قيامت جون ٻاهتر نشانيون

**شاھ محمد ڪورائي سڪندري**
خطيب محمدي مسجد، الله والا چوڪ، عمرڪوٽ

اسلام جي هڪ وڏي عالم، مُفسر، محدث، سيرت نگار، فقيهه ۽ تمام ڪثير ڪتابن جي مصنف امام جلال الدين سُيوطي رحمت الله عليه پنهنجي تفسير ”الدُر المنثور“ ۾ قيامت جي ٻاهتر علامات صغريٰ بابت هڪ جامع حديث ڏني آهي، جنهن جو ترجمو هتي ڏجي ٿو. امام سيوطي جو هي تفسير ڏهه هزار کان وڌيڪ حديثن ۽ روايتن جي صورت ۾ تفسير باالماثور تي مشتمل آهي ۽ پنهنجي ذاتي راءِ ڪٿي به نه ڏني آهي.

امام سُيوطي تفسير جي شروع ۾ لکيو آهي ته مون پهريان سيني احاديث و آثار کي سند ۽ حوالن سان جمع ڪيو ليڪن ڏٺم ته ماڻهو بي همت ٿي ويا آهن، عِلم جو ذوق ۽ مُطالعي جو شوق صفا گهٽجي ويو آهي، ان ڪري اختصار ڪندي صرف مَتن تي اتفاق ڪئي.

حضرت حُذيفه رضي الله عنه کان روايت آهي ته، حُضور سيد الڪونين سيدنا محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم فرمايو:
ٻاهتر شيون قيامت جي ويجهي هئڻ جون نشانيون آهن. جڏهن توهان ڏسو ته:
* ماڻهو نماز پڙهڻ ڇڏي ڏيندا، * امانتون ضايع ڪندا، * وياج کائيندا، * ڪوڙ کي حلال ۽ هڪ هُنر سمجهندا، * معمولي ڳالهين تي رت وهائيندا، * ڏگهيون عمارتون ٺاهيندا، * دين وڪڻي دنيا خريد ڪندا، * رشته دارن عزيزن مائٽن سان بدسلوڪي ڪندا، * عدل ۽ انصاف ختم ٿي ويندو، * ڪوڙ سچ بنجي ويندو، *ريشمي لباس عام ٿيندو، *ظلم ۽ زيادتي وڌي ويندي، *طلاق جي ڪثرت ٿيندي، * اچانڪ ۽ اوچتو موت عام ٿيندو، * خائن کي امانندار ۽ امانتدار کي خائن سمجهيو ويندو، * ڪوڙي ماڻهو کي سچو * سچي ماڻهو کي ڪوڙو سمجهيو ويندو. * ڪوڙا الزام هنيا ويندا، * تهمتون عام هونديون، *برساتن باوجود گرمي وڌندي ويندي، *اولاد ۾ پنهنجي والدين لاءِ ڪاوڙ ۽ ڪروڌ وڌي ويندو، *ڪميڻاءِ خسيس ماڻهو عيش ۽ عشرت ڪندا، *شريف ماڻهو گهرن ۾ بند هوندا، * امير ۽ وزير ڪوڙ جا عادي هوندا، * امين ۽ معتبر خيانتون ڪندا، * سردار ظلم ڪندا، * عالم ۽ قاري بدڪردار ٿيندا، * ماڻهو جانورن جي کلن وارا لباس پائيندا، * ماڻهن جون دليون مردار کان وڌيڪ بدبودار ۽ ايريي کان وڌيڪ ڪاريون ٿي وينديون، * سون عام ٿيندو * چاندي جي کپت وڌي ويندي، * ڏوهه گناهه وڌي ويندا، * امن امان ختم ٿي ويندو، * قرآن مجيد پڙهڻ بجاءِ سينگاريو ويندو، * مسجدن کي عجيب نقشن سان چٽيو ويندو، *

مينار وڏا ٿيندا، پر دليون ويران هونديون. * شراب ۽ زنا عام هوندي، شرعي سزائون ختم ٿي وينديون. * ٻانهي پنهنجي آقا کي جنم ڏيندي. * اگهاڙن پيرن اڍنگي جسم وارا غير مهذب امير ۽ حڪمران ٿيندا. * تجارت ۽ واپار ۾ عورت، مرد سان گڏ ويهندي. * مرد، عورتن جي نقل ڪندا. * عورتون مردن جو نقل ڪنديون. * الله کان سواءِ قسم کنيا ويندا. * ڪوڙيون شاهديون ڏنيون وينديون. * صرف پنهنجي ڄاڻ سڃاڻ واري کي سلام ڪيو ويندو. * دُنيا خاطر دين جو علم پڙهيو ويندو. * آخرت جي عملن ذريعي دُنيا ڪمائي ويندي. * مالِ غنيمت کي ذاتي ملڪيت سمجهيو ويندو. * امانتن کي ڦُر جو مال سمجهيو ويندو. * زڪواة کي ڏنڊ سمجهيو ويندو. * سڀ کان ذليل ۽ خسيس ماڻهو قوم جو اڳواڻ بڻايو ويندو. * ماڻهو پنهنجي پيءُ جي نافرماني ڪندو ۽ ماءُ سان بدسلوڪي ڪندو. * دوست کي نقصان پهچائيندو. * مُڙس، فقط زال جي فرمانبرداري ڪندو. * مسجدن مان شور اچڻ شروع ٿيندو. * ناچ ڳاني واريون عورتون فخر سان گڏ ويهاريون وينديون. * ڳائڻ وڄائڻ ۽ سازن سُرودن تي فخر ڪيو ويندو. * انصاف کي وڪيو ويندو. * قسمين قسمين جا شراب پيتا ويندا. * ظُلم تي فخر ڪيو ويندو. * (شُرطين) سپاهين جي گهڻائي ٿيندي. * قرآن مجيد کي دنيا لاءِ استعمال ڪيو ويندو. * حرام جانورن مان تيار ڪيل هار سينگار ڪيو ويندو. * اُمت جا آخري ماڻهو اُمت جي اولين ۽ پيلارن کي گهٽ وڌ ڳالهائيندا * پوءِ ان وقت توهان ڳاڙهي طوفان، زمين ۾ ڌبجي وڃڻ وارن زلزلن، شڪلين جي بگڙجڻ ۽ آسمان مان پٿرن جي برسات جهڙن عذابن جو انتظار ڪجو.

# امام اعظم ابو حنيفه رضہ جو هڪ دهريي سان مناظرو

محمد رفيق مگريو_پيرجوڳوٺ

امام فخر الدين رازي رحمت الله عليه لکي ٿو ته:
هڪ دفعي امام اعظم ابو حَنفيه رحہ کي هڪ دهريي وجودِ باري تعاليٰ جي موضوع تي مناظري جو چئلينج ڏنو جنهن کي پاڻ قبول ڪيائون مناظري لاءِ وقت، تاريخ ۽ جڳهه مقرر ٿي وئي مقرر ڪيل تاريخ ۽ جڳهه تي هزارين ماڻهو اچي گڏ ٿيا دهريو به اچي پهتو ليڪن امام صاحب مقرر ٿيل وقت تي نه پهچي سگهيا ۽ طرح طرح جون ڳالهيون ٿيڻ لڳيون دهريو به خوشي ۾ نه پئي ماپيو ته مسلمانن جو امام مناظري کان پڄي ويو ايتري ۾ امام صاحب به اچي پهتا ۽ دهريي کانئس پڇيو اوهان ايتري دير ڇو ڪئي؟

امام صاحب سمجهائڻ خاطر جواب ڏنو ته اصل ۾ آئون درياءَ جي ٻئي ڪناري تي هيس درياءَ پار ڪرڻ لاءِ ٻيڙي ۽ ملاح جو انتظار ڪرڻ لڳس ڪافي دير انتظار ڪرڻ کان بعد به ڪو ٻيڙيءَ وارو نه ملي سگهيو اوچتو مون ڏٺو ويجهائي ۾ هڪ وڻ پاڻهي ڪٽجي ويو ۽ ان مان تختا ٺهي ويا وري انهن تختن مان خود بخود ٻيڙيءَ ٺهي وئي ۽ ملاح کانسواءِ اها ٻيڙي پاڻهي درياءَ جي پاڻي ۾ ترڻ لڳي ۽ منهنجي ويجهو اچي پهتي. آئون ان ۾ سوار ٿيس، هن مونکان ڪرايو به ورتو تان جو مان اچي ٻئي ڪناري تي پهتس انهيءَ ڪري مونکان دير ٿي وئي. اهو ٻڌي دَهريو ٺهڪ ڏيندي طنزيه انداز ۾ چوڻ لڳو ايڏو وڏو ڪوڙ؟ ڀلا وڻ به پاڻهي ڪٽجي سگهجي ٿو؟ ۽ بغير ڪنهن ڪاريگر جي ان مان ٻيڙيءَ ٺهي سگهي ٿي؟ ۽ بغير ملاح جي پاڻهي درياءَ ۾ هلي سگهي ٿي؟ ان جي جواب ۾ امام صاحب فرمايو: اهو ته آئون به ڄاڻان ٿو ته اهو سڀ ڪجهه پاڻمرادو نٿو ٿي سگهي ليڪن توکي سمجهائڻ پئي چاهيم ته جڏهن وڻ پاڻهي نه ٿو ڪٽجي سگهي ٻيڙيءَ بغير ناهڻ واري جي نه ٿي ٺهي سگهي ۽ بغير ملاح جي پاڻي ۾ نه ٿي هلي سگهي ته پوءِ هن جهان جو ايترو منظم نظام بغير هلائڻ واريجي ڪيئن ٿو هلي؟ وقت تي سج جو اڀرڻ ۽ لهڻ” ڏينهن ۽ رات جو اچڻ ۽ وڃڻ، وقت تي موسمن جي تبديلي ڇا اهو سڄو نظام ڪنهن خدائي طاقت کان بغير هلي رهيو آهي؟ اهو ٻڌي دهريو ڪو جواب نه ڏئي سگهيو.

(تفسير ڪبير جلد: 1 ص: 221)

# زندگي جي سفر ۾ ڪاميابي جا ڪجھ اُصول

امتياز علي علياڻي سڪندري، روشن آباد جھڏو

دُنيا ۾ هر ماڻھو ڪاميابي جي ڳولا ۾ آهي. هر فرد زندگي جي سفر ۾ ڪامياب ٿيڻ چاهي ٿو ۽ هڪ ڪامياب زندگي گذارڻ جي خواهش رکي ٿو.

ڪاميابي جو انعام انهن ماڻھن کي حاصل ٿيندو آهي جيڪي پنهنجي مضبوط ارادن تي هڪ اعتماد ۽ يقين سان ڇميل ۽ مسلسل محنت ۽ جدوجهد ڪندا آهن. ڪاميابي هڪ لمحي يا هڪ ڏينهن ۾ ناهي ملندي، بلڪ ان جي پويان سالن جي محنت، جستجو جاکوڙ ۽ هڪ پڪو يقين شامل هوندو آهي. هتي ڪجھ اصول ڏجن ٿا جيڪي زندگي جي سفر ۾ ڪاميابي جي منزل ڏانهن رستو هموار ڪندا آهن.

(1) **محنت ۽ وڏي سوچ رکڻ**: زندگي ۾ حاصل ٿيندڙ هر شيءِ جو سڌو سنئون تعلق محنت ۽ بُلند سوچ سان هوندو آهي. ان ڪري هميشہ پنهنجي سوچ، فِڪر ۽ خيالن کي سُٺو مُثبت ۽ وسيع رکڻ گهرجي. هر ڪم سُٺي سوچ ۽ ويچار سان، اصولن تحت ۽ وسيع فائدن کي سامهون رکي ڪرڻ، اهو ڪاميابي جو اصول آهي.

(2) **شڪست ۽ ناڪامي قبول ڪرڻ**: زندگيءَ ۾ ڪو بہ ماڻهو پهرين ئي ڏَڪ ۾ ڪامياب ناهي ٿيندو. ان لاءِ انيڪ ناڪامين ۽ شڪستن جو مُنهن ڏسڻو پوندو آهي، هر ڪامياب انسان جي پنيان غلطين، ناڪامين ۽ شڪستن جي هڪ پوري ڪهاڻي هوندي آهي. ان ڪري پنهنجي ناڪامي کي تسليم ڪجي، پر هر وقت اُداس يا پشيمان رهڻ بجاءِ، پنهنجي غلطين ۽ ناڪامين مان سبق پرائي اڳتي وڌڻ گهرجي. بس اهو ڏيان ۾ هُجي تہ غلطي ڪٿي ٿي؟ ۽ ناڪامي ڇو ٿي؟ تہ جيئن ٻيهر ان غلطي کي دهرائڻ جي ضرورت نہ اچي.

(3) **اڄ جو ڪم اڄ ئي ڪرڻو آهي**: وقت قيمتي آهي، وقت بادشاهہ ۽ وقت هڪ ڪپيندڙ ترار آهي، جن ماڻهن ۽ قومن اڄ جو قدر ڪيو انهن جي صبحاڻ سجائي ٿي، ان ڪري اڄ جو ڪم سڀاڻي تي ڇڏڻ، ناڪامي جي ابتدا آهي. پاڻ کي هر وقت ايندڙ حالتن لاءِ تيار رکڻ گهرجي، ڪم جو موقعو جتي بہ ملي، ڪم ڪرڻ گهرجي. ڪنهن بہ ڪم، نيڪي يا سُٺي عمل کي ننڍو يا غير معمولي سمجهي هرگز ڇڏڻ نہ گهرجي ۽ مليل موقعي کي هٿان وڃائڻ نہ گهرجي.

(4) **اوچا ۽ منفرد خيال**: دنيا جي ڪامياب ماڻهن کي ڏسي يا پڙهي صرف انهن جو نقل نہ ڪرڻ گهرجي. ڇو تہ هر شخص جي ڪاميابي جا پنڌ ۽ پيچرا حالات ۽ ماحول پٽاندر الڳ هوندا آهن، ان ڪري ٻين مان اُتساهہ ضرور وٺڻ گهرجي، باقي پنهنجي منزل ۽ مقصد لاءِ، هڪ نئين ۽ منفرد سوچ سان هڪ منصوبہ بندي ناهي، آهستي آهستي اڳتي وڌڻ گهرجي، بلڪل هڪ سياڻي ڪميءَ

وانگر، نہ ڪِ بيوقوف خرگوش وانگر.

(5) **مُثبت رويو ۽ اخلاقيات:** ماڻهوءَ جو پنهنجي ڪردار، رويي، طبيعت ۽ اخلاقيات ۾ سُڌو هئڻ بہ ڪاميابي جي اهم اصولن مان آهي. مثبت مزاجي، صبر ۽ برداشت ۽ هر هڪ سان سٺو ۽ سهڻو سياءُ رکڻ ضروري آهي. حَسد، ساڙ، گَم ظرفي ۽ منفي سوچ ۽ رويو رکڻ واري لاءِ رستي ۾ اڻ ڳڻيون رڪاوٽون آهن، پر مثبت سوچ وارو پنهنجو رستو پاڻ ئاهي اڳتي وڌندو ويندو آهي.

(6) **پاڻ تي اعتماد ۽ ڀروسو:** چوندا آهن تہ اوهان کي پاڻ تي يقين ۽ ڀروسو نہ هوندو تہ اوهان ٻين تي ڀروسو ڪري نہ سگهندا. خود اعتمادي ضروري آهي. باقي ناڪامي جي ڊپ کان پنهنجي ڪم ۽ صلاحيتن کي لڪائڻ بهادري ناهي، بلڪ بزدلي آهي. پاڻ تي هميشہ اهو اعتماد هجڻ گهرجي تہ قدرت مونکي ڪهڙين خوبين ۽ خصلتن سان نوازيو آهي ۽ آئون لاڳاپيل شعبي ۾ ڪهڙي نموني هڪ منظم ۽ مضبوط ڪم ڪري سگهان ٿو.

(7) **مسلسل سکڻ ۽ سمجهڻ:** سکڻ ۽ سمجهڻ، مطالعي ۽ مشاهدي جو سفر سڄي زندگي جاري رهي ٿو. ان ڪري هر شيءِ مان ڪجهہ سکڻ، نت نوان تجربا ۽ مشاهدا حاصل ڪرڻ بيحد ضروري آهن. تہ جيئن زندگي جي سفر ۾ ڪو پڇتاءُ نہ رهي ۽ اهو بہ احساس هُجي تہ وقت نيٺ گذري ويندو آهي. ان ڪري ضروري آهي. وقت جي قدرو قيمت ڄاڻڻ جي ۽ وقت ۽ پنهنجي زميدارين جي احساس جي ۽ وقت جي پُلصراط کي هڪ شوق ۽ جذبي سان پار ڪري، ڪاميابي جي هڪ خوبصورت دنيا ۾ داخل ٿيڻ جي.

رفتار کار

# جامعہ راشدیہ

سالانہ تقریب تقسیم اَسناد و دَستار بَندی

۲۷رجب المرجب ۱۴۴۳ھ / یکم مارچ 2022ءبروز منگل

خانقاہ عالیہ پیرانِ پاگارہ، پیر جو گوٹھ شریف، ضلع خیر پور، سندھ کے بحَر فیوضات سے فیض یافتہ، برّ صغیر کی عظیم و قدیم دینی و علمی درسگاہ 'جامعہ راشدیہ' اور اُس کی متعدد برانچوں سے فارغ التحصیل ہونے والے عُلماء کرام، حُفاظکرا اور قُرآء کی دستار بندی و تقسیم اسناد کی سالانہ پر وقار تقریب حسبِ روایت خانقاہ شریف کی تاریخی و خوبصورت جامع مسجد شریف میں ۲۷رجب المرجب ۱۴۴۳ھ بمطابق یکم مارچ ۲۰۲۲ءبروز منگل کو منعقد ہوئی۔ مہتمم جامعہ راشدیہ اور خطیب و امام مسجد درگاہ شریف، علامہ مفتی دوست علی سکندری نے فارغ التحصیل افاضل کو 'درس بُخاری شریف' دیا۔

رواں سال خود جامعہ راشدیہ سے ۱۹ عُلماء، ۳عالمات، ۵ قُراءاور ۱۰ حُفاظ اور جامعہ راشدیہ کی مختلف برانچوں سے ۲۹ علماء، ۱۶۴ حُفاظ اور ۱۸ حافظات نے اَسنادِ فراغت حاصل کیں۔ مجموعی طور پر ۴۸ عُلماء، ۳عالمات، ۵قراء، ۱۷۴حُفاظ اور ۱۸ حافظات نے اَسناد فراغت اور دستار فضیلت کا اعزاز حاصل کیا۔ اس تقریب سعید میں ملتان شریف سے علامہ سید حامد سعید کاظمی، خُضدار سے علامہ سید شُجاع الحق صاحب، لاہور سے صاحبزادہ علامہ عبدالمصطفیٰ ھزاروی، مورو سندھ سے علامہ عُبیداللہ ڈاھری و مولانا غلام مصطفیٰ بگھیہ، سکھر سے علامہ مفتی محمد ابراہیم قادری اور مفتی محمد عارف سعیدی، لاڑکانہ سے علامہ علی اکبر قاسمی وغیرھم نے شرکت کی۔ جامعہ راشدیہ کے سابقہ مہتمم استاد العلماء شیخ الحدیث مفتی محمد رحیم سکندری کے علاوہ کثیر تعداد میں عُلمائے سکندریہ، حفاظ سکندریہ، جامعہ اور برانچوں کے معزز اساتذہ کرام اور خانقاہ شریف کے معزز خلفاء حضرات اور حُر جماعت شریف کے جم غفیر نے شرکت کی۔ اللہ تعالیٰ بُطفیل حبیب و خاتم الانبیاء صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم خانقاہ شریف پیرانِ پاگارہ دامت برکاتہم کے اس سلسلہ علم و عرفان اور فیوض و برکات کو تا قیامت جاری و ساری فرمائے۔

خوش آں مسجد و مکتب و خانقاھے
ہمیشہ دراں بُود قیل و قالِ محمد صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم

سـنـڌي شـاعـري جـو چـنـڊ!

# خليفي نبي بخش "قاسم" جي باڪمال شاعري

سردار پيو

سنڌي ٻولي جي هاڪاري عالم، محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جڏهن بہ خليفي نبي بخش لغاري جو تذڪرو ڪندي لکيو آهي ۽ هو ڪچهرين ۾ رهاڻين ۾ اها ڳالهہ ڪندو هو "جيڪڏهن ڀٽائي صاحب سنڌي شاعري جو سج آهي تہ خليفو صاحب سنڌي شاعري جو چنڊ آهي".

سنڌي شاعري ۾ "مزاحمت" کي نظر انداز نہ ٿو ڪري سگهجي، شاهہ لطيف کان خليفي صاحب تائين جيڪي بہ وڏا شاعر ٿي گذريا آهن، انهن جتي ٻين موضوعن تي مختلف صنفن ۾ شاعري ڪري ڳايو آهي، يا ڪردارن کي پنهنجي شاعري ذريعي حصو بڻايو آهي، اُتي اسان ڏسون ٿا تہ انهن لقائن ۽ واقعن کي بہ ناهي وساريو. جڏهن مزاحمتي ڪردار ڪمربند ٿي ميدان ۾ پئي لٿا، يا ڏاڍ ۽ جبر جي آڏو سينو تاڻي ويڙهاند پئي ڪئي، تہ شاعرن انهن جي ڪردارن کي اتساهہ ۽ حوصلو ڏيڻ جي لاءِ " مزاحمتي شاعري" ڪئي آهي. انهن شاعرن ۾ خليفي نبي بخش جو نالو سنڌي شاعري جي آسمان ۾ چمڪندڙ چنڊ جيان اڄ سندن تعارف بڻيل آهي. خليفي صاحب جي شاعري کي نظر انداز ڇو ڪيو ويو آهي، هيستائين جيترو سندن ڪلام تي ڪم ٿيڻ کپندو هو، اهو ناهي ٿي سگهيو ان حوالي "پنهنجي اخبار" جي هنن صفحن ۾ ٻي ڀيري حال احوال ضرور اوربو.

خليفو نبي بخش خان لغاري، جنهن کي خليفي صاحب جي نالي سان سڏيو ويندو آهي ۽ سندس شاعري ۾ تخلص "قاسم" آهي، ٻاڻ بلوچن جي لغاري قبيلي جي "سيرڪاڻي" شاخ مان بالاچي پاڙي جو فرد هو سيرڪاڻي لغاري ڪلهوڙن جي دور جي پڇاڙڪي وارن ڏهاڙن ۾ ديري غازي خان مان اچي بدين جي ڊوري ٻراڻ جي ڪپ تي سڪونت اختيار ڪئي. خليفي صاحب جو والد بالاچ خان کي مير صاحبن جاگيرون ڏنيون ۽ کين مکيہ سردارن ۾ ڳڻ شامل ڪيو ويو.

خليفو صاحب لغاري قبيلي جي معتبر بالاچ خان لغاري جي گهر ۾ سنہ 1190هجري 1776ع ڏاري ڳوٺ مني تعلقي ٽنڊي باگي ۾ پيدا ٿيو انهي وقت ٽالپرن ڪلهوڙن کان سنڌ فتح ڪئي هئي جڏهن خليفي صاحب جي ڄمار ست سال مس هُئي. خليفو صاحب تمام وڏو ذهين ۽ باذوق هو کين بنيادي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي، کين فارسي ۽ عربي جي تعليم ڏياري ويئي، خليفي صاحب ننڍپڻ کان ئي پنهنجي مطالعي کي وسيع ڪيو فارسي زبان ۽ ادب مان تمام گهڻو حظ حاصل ڪيائون. خليفي صاحب جي بنيادي تعليم جي حوالي سان ڪٿي گهڻو احوال نہ ٿو ملي پر لطف الله بدوي لکيو آهي تہ" معلوم ٿئي ٿو تہ ننڍپڻ ۾ خليفي صاحب جي تعليم چڱي ريت ٿي آهي، ڇو تہ سندس تصنيفات مان عالمانہ

رنگ پيو نظر اچي” خليفي صاحب جو چاهه ۽ وڏيڪ لاڙو شاعري واري فن سان هو. تنهنڪري سندن دلچسپي نصابي علم سان گهٽ هُجي پر ڪين بهتر تعليم حاصل هئي.

خليفو صاحب ڪتابي علم ڪان سواءِ پنهنجي خداداد صلاحيتن جي ڪري به هوشيار هو. نهايت خوبصورت هجڻ سان گڏ خليفو صاحب تمام ذهين ۽ ڏاهو هو. پنجويهن سالن جي ڄمار ۾ خليفو صاحب عشق جي آڙاهه مان اُڪرڻ لڳو، جڏهن مير ناري خان جي پيڻ صابل سان اک لڳي تڏهن کان سندن نيڻن مان ننڊ موڪلائي ويئي، هر وقت صابل جي ياد ۾ پنهنجو پاڻ وساري ويٺل نظر اچڻ لڳو. ڪائن دوستن يارن جو ڪچهريون ۽ مير ناري خان جون محفلون وسري ڇُڪيون هيون. سردار بالاچ خان جو رئيساڻو پُٽ جيڪو پڻ پنهنجي والد جيان مير ناري خان وٽ وڏي عزت لائق هيو. ڪين سرداري جي پڳ پاتل هُئي جڏهن ته سندن خانداني ورثي واريون ٿي ديهون مني، نوتيار ۽ سيتارو پڻ جاگير ۾ مليل هيون تنهن باوجود مجازي عشق ڪين دُنيا جهان جي معتبري ، ٺٽ ٺاٺ، سرداري ڪان ارواهه ئي ڪٽائي ڇڏيو. آهستي آهستي مير ناري خان واري ڪچهري مان غائب رهڻ لڳو سو مير صاحب کي اچي ڳڻتي ورايو ته نبي بخش جهڙو ڏاهو بهادر ۽ سردار ماڻهو ڪچهرين مان غير حاضر ڇو پيو رهي، تنهنڪري مير ناري خان خليفي صاحب ڏانهن سندن ڪچهري ۾ اچڻ جي لاءِ نياپو اماڻيو. جڏهن مير صاحب جو ڪين نياپو مليو ته نبي بخش خان فوري طور تي اچي حاضري ڏنائون. انهي مهل مير ناري خان نبي بخش ڏانهن مخاطب ٿي چيو ته تو جهڙي داناءُ سردار ڪان ايتري ڪوتاهي؟ نبي بخش ڪين ورندي ڏنائون ته مير صاحب! عقل گدڙ وانگر پنهنجي ڏر تي محڪم وينو هو پر عشق جي شينهن اچي گجگوڙ ڪئي، تڏهن ويچارو گدڙ پڄي ويو. مير ناري خان ماٺ ڪئي ۽ ڪين وڃڻ جي اجازت ڏنائون.

خليفي صاحب جي عشق جي سُڌ جڏهن مير ناري خان کي پيئي ته مير صاحب پنهنجي ماڻهن هٿان خليفي صاحب کي تمام گهڻو تنگ ڪرائڻ شروع ڪيو. خليفو صاحب جيڪو صابل جي حسن مٿان موهجي ڇُڪو هو ۽ صابل جي اسرار تي خليفي صاحب ڪٽي وچي نڪاح ڪيو. ٻي طرف خليفي صاحب سان مير باگي خان جي قربت ۽ همدردي ۾ اضافو انهي ڪري ٿيو جو مير باگو اڳ ئي سنڌ راڻي جي عشق ۾ پنهنجيون جاگيرون ۽ جائدادون ڇڏي ڇُڪو هو ۽ سو خليفي صاحب کي پيڙاهه مان گذرندو ڏسي ڪين احساس ٿيو ۽ ٻنهي جي وچ ۾ اڳي ڪان وڏيڪ ياري وارو ڳانڍاپو مضبوط ٿيو. انهي زماني ۾ مير ناري خان پاران مسلسل تنگ ڪرڻ جي ڪري خليفي صاحب پنهنجي گهروارن سميت اصلوڪي ڳوٺ مني ٿري مان لڏي اچي بدام جي نون پٽن تي اچي رهيو. جنهن جي لاءِ مير باگي ڪين اجازت ڏني هُئي. اُتي خليفي صاحب جي زندگي تمام سني گذري رهي هُئي، سندس زال محبوبه صابل جو ساهه هر وقت خليفي صاحب ۾ اٽڪيل هوندو هو. ڪيڏانهن به ويندو هو ته صابل جي من مانداڻ ۽ اندر ۾ اُڻ تُڻ پئي ٿيندي هُئي. هڪڙي دفعي خليفي صاحب کي باهر وڃڻ ڪان روڪيو پر خليفو قاسم ڪنهن ڪم سانگي ويو هليو پويان

صابل خودڪشي ڪري پنهنجي پاڻ کي ماري ڇڏيو. اها خبر جڏهن خليفي صاحب کي پيئي ته پاڻ پنهنجو حال وڃائي ڇڏيو ۽ پوءِ خليفي صاحب جي لاءِ محبتون آڇيندڙ ۽ ڏُک سُک جو ساٿي مير باگو خان به موڪلايو ته ماڳهين خليفي صاحب جي حالت ديوانن جهڙي ٿي ويئي، گهڻو وقت خاموش رهڻ لڳو. هروقت وڃايل وڃيل نظر اچڻ لڳو. دوستن يارن سان ملڻ ڇڏي ڏنو. خليفي صاحب کي سندن زال صابل ۽ دِلي دوست مير باگي جي موت اهڙو گهاءُ ڏنو جو سندن اندر رت ٿي ويو.

بدنام جي پدِ تان مليل دردن ۽ گهائن بعد خليفو صاحب اُتان لڏي اچي تعلقي ٽنڊي باگي جي ديهه اُنڙڪي ۾ باگي واهه جي اُتر طرف کپ تي نار جي اوپر طرف ڳوٺ ٻڌو. انهي ڪري ڪيس اج تائين نار وارا خليفا سڏيو ويندو آهي. خليفي صاحب جو ڀڳ مٽ يار قاسم، جيڪو سندس سڳو ماسات پڻ هيو. جنهن کي خليفي صاحب جي حالت برداشت نه ٿي جو ڪين حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحمة الله عليه جي خدمت ۾ وٺي وڃڻ جو ارادو ڪيو. قاسم ڪجهه سال نبي بخش کان ننڍو هو پر دوستي واري سڳي ۾ عمر جو ڪڏهن فرق محسوس نه ٿيو. قاسم ننڍپڻ کان پنهنجي والد بزرگ سان گڏ حضرت پير سائين محمد راشد روضي وارن ڏانهن ويندو رهندو هو. ٻنهي ماساتن جي محبت واري رشتي متعلق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي ٿو ته " ٻئي هڪٻئي جا ساٿي هئا ۽ سندس ياري جو ناتو سندن عزازت کان به رتيون ڪثر هو" جڏهن خليفي صاحب کي سندس ماسات قاسم ساڻ ڪري پير سائين روضي وارن جي خدمت ۾ حاضر ڪيو جو مٿن مرشد جي

محبت ۽ فيض جو تمام گهڻو اثر ٿيو. جو مجازي عشق وارو اثر به موڪلائي ويو. خليفي صاحب جي دل پير صاحب جي فيض سان روشن ٿي وئي. خليفي صاحب وٽ پنهنجي مرشد جو وڏو مان ۽ مرتبو هو. ڪين خلافت جي ذميواري ڏني ويئي جيڪا پنهنجي عمر جي آخري ڏهاڙن تائين نڀائي . ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو ته " پنهنجني مڙني پوئلڳن کي سندن مرشد طرفان مليل قادري سلسلي جو ذڪر ڏنو ۽ درگاهه پير صاحب ڏانهن متوجهه ڪيو. باوجود وڏي اثر رسوخ جي پاڻ پير ڪو نه بڻيو ۽ پاڻ کي هميشه درگاهه جو خادم ۽ روضي ڌڻي جو خليفو سڏايائين.

خليفي صاحب صابل جي موت کان پوءِ پنهنجي خاندان مان شادي ڪئي ، جنهن جو نالو خاني هو. اڳئين گهرواري صابل مان اولاد نه هو. ٻي گهرواري مان به پُٽ ٿيا، هڪڙي جو نالو مراد ۽ ٻئي جو نالو احسان هو. مُراد کي ڪو اولاد نه هو . وفات ڪري ويو، جڏهن ته احسان کي ٽي پُٽ ٿيا، جنهن مان خليفي غلام نبي فقير لغاري ۽ خليفي علي بخش لغاري ناليوارا ٿي گذريا آهن. جنهن جو تعلق پير سائين پاڳاري جي درگاهه شريف سان هو غلام نبي خليفي فرق جماعت جو بنياد وڌو . جڏهن ته ٻيو ڀاءُ خليفو علي بخش سالم جماعت ۾ رهيو.

خليفو صاحب فقير منش انسان هو جڏهن کان پير سائين روضي ڌڻي جي خدمت ۾ حاضري ٿي ، انهي ڏينهن کان خليفي صاحب جا درد، پيڙاهون ۽ تڪليفون موڪلائي ويون ۽ سندن شاعرانه مزاج ۾ نئون روح ڦوڪجي ويو پوءِ ڏنوسين ته خليفي صاحب پنهنجي اندر جي خيالن جو اظهار پنهنجي شاعري ۾ جنهن نموني سان ڪيو

آهي، اهو خليفي جي تعارف لاءِ ئي ڪافي آهي.
خليفو صاحب وڏو سخي مرد هو، جيڪو وٽن آيو
ڪڏهن خالي نہ ويندو هو، هر وقت سندن اوطاق تي
مهمان موجود هوندا هئا، هر ڪنهن جي وڏي خدمت
ٿيندي هُئي. خليفي صاحب جي وڏن معاصر ۽
همعصر شاعرن ۾ روحل فقير، مُراد فقير، حضرت
سچل سرمست، فقير عبدالله ڪاتيار، فقير محمد
صديق "صادق" سومرو، قادر بخش بيدل، سيد قنبر
علي شاهہ عرف شاهہ شريف پاڏائي (شريف سندس
تخلص هو)، فقير غلام حيدر تيرهيو
"تيرهيو" ( سندس تخلص تيرهيو آهي، سير ۽
تفريح جو شوقين هو، گرنار جبل تي چِلا
ڪڍيائون، انهي ڪري ڪيس گرناري بہ سڏيو
ويندو آهي، پاڻ شاهہ شريف پاڏائي جو مُريد پڻ هو)
، خليفي صاحب جا جيڪي پڳ مٽ يار هئا تن ۾
سندن سڳو ماسات قاسم، جنهن سان ڪيس بيپناهہ
محبت هيس، مير باگو خان ٽالپر، ماتلي تعلقي
جي ڳوٺ ڪُڏي جو مخدوم اسماعيل تُرڪ، جمال
فقير احمداڻي، خليفو سارنگ فقير ڪلهوڙو،
خليفو محمود فقير نظاماڻي ڪڙيي گهنور وارو
شامل آهن. خليفو صاحب پير سائين روضي وارن
جو وڏو خليفو هو، جڏهن تہ محمود فقير ڪڙيي
گهنور وارو خليفو هو، ننهي جو تعلق لاڙ سان هو، ٻئي
پير سائين روضي وارن جا مُک خليفا هئا. خليفو
صاحب پير سائين سيد صبغت الله شاهہ پهرين، پير
پاڳاري، پير سائين سيد علي گوهر شاهہ اصغر
سائين ٻيون پير پاڳارو ۽ پير سيد حزب الله شاهہ
ٽئين پير پاڳاري تائين ٽنهي گادي نشين پير
پاڳارن وٽ خليفي جي حيثيت سان درگاهہ
مبارڪ جو خدمتگار ٿي رهيو. نيٺ خليفو صاحب
1280 هجري 1863ع ڌاري هن جهان مان رحلت
ڪئي پر پويان سنڌ ۾ پنهنجو ڪلام ڇڏي ويو،
جيڪو اسان جي لاءِ وڏو علمي اثاثو آهي.

مقامي صنفن، وائي، ڍُچن ۽ سهرا وغيره کي
اُردو ٻولي جي لباس ۾ ڍڪيل خليفي صاحب جو
ڪلام سنڌي شاعري جي تاريخ ۾ وڏو اضافو آهي.
خليفي صاحب جنهن نموني سان هندي،
سرائيڪي، اُردو ۽ راجستاني ٻولين ۾ وڏي مهارت
سان بيمثال شاعري ڪئي آهي، جنهن مان پتو پوي
ٿو تہ خليفو صاحب وڏي پائي جو سنڌي شاعر
هو اهو ڪمال جي ڳالهہ چئبي تہ خليفي صاحب
هندي ٻولي ۾ راسوڙا ۽ پچن لکيا آهن. خليفي
صاحب جي ڪلام ۾ وحدانيت جي تصور،
تصوف، ارادي جي پختگي، ذهني آزادي ۽ غلامي،
جدوجهد ۽ جستجو، هٺ ۽ وڏائي کان پاسو ڪرڻ،
محبت ۽ اتحاد، سستي ۽ غفلت ترڪ ڪرڻ
سميت ٻين ڪيترن ئي موضوعن سان گڏوگڏ
سندس مشهور 'سُر ڪيڏارو' شامل آهي، خليفي
صاحب جمالياتي تصور کي تمام خوبصورت
نموني سان پيش ڪيو آهي، سندس لکيل مداحون
۽ ڪافيون موسيقيت جي حسن جو مظهر آهن،
ڪين راڳ جي باري ۾ تمام گهڻي ڄاڻ هُئي.

جڏهن تہ سرائيڪي، هندي، اُردو شاعري بہ
خليفي جي ڪلام ۾ موجود آهي. خليفي صاحب
پنهنجي سڄي شاعري ۾ خاص ڪري علامتن طور
تي جيڪي لفظ استعمال ڪري پنهنجا خيال پيش
ڪيا آهن، سيگهون، سيڻ، سينو سِج، چانور، مهريون،
نينهن، سڏڙيا، شراب، ڪڙو پياليون، سوري اڏي،
انگ، دوڳڙا، ڪٺاهہ، ڪرنگ، ڪيسر رنگ ڪچ،
ڪوڙ صراف، موتي، مرجان، آذقو، سون، لوهہ، پارڪو

رات، چنڊ، ويريون، ناکئا، واءُ، سڙهہ، گهيڙ، تڙ، ڪِير، درياءَ، ڪبير، پربندر، وچ، اُپ، مينهن، موهر، جر، مڇي، سارنگ، آب، سُک، پلر،سُڄ،رُڄ، روجهہ،سُک، سُڪار،سوپ، سر، لوپ، نيزوڏڙ پرڻ، ڪنير نهائين، سنگهار، مارو، ماڙ، وِک، راند، سُور وغيره اهي علامتون آهن، جيڪي سندن سچي ڪلام ۾ اصل مفهوم ۽ معنيٰ کي سمجهڻ جي لاءِ ڳهٽيون آسان آهن. خليفي صاحب جو لکيل سُر ڪيڏارو،سُر ڪلياڻ،سامونڊي، سارنگ، مارئي، سسئي سرائيڪي ٻولي ۾ جهنگلو سميت ٻيا سُر خليفي نبي بخش قاسم جي اعليٰ ذهانت ۽ پختي فڪر جو اظهار آهن. خليفو صاحب سُر سامونڊي ۾ چوي ٿو:

اڄ مَر وجو اوهيري، مون کي ڏيئي ڏنجهہ،
سامونڊين سان سنجهہ، ڪريان روح رچنديون.

سُر سارنگ ۾ خليفي صاحب هينئن ٿو فرمائي:

مينهن پچايس مانگڙي، نيڻ تمايُس نينهن،
سَر چُني، ڳل گنچرو، پُسيس پانڌن سين،
ڪانڌ نپُوڙيس ڪپڙا، حاضر ويهي هيئن،
قاسم! ڪانڌ سهاڳڻيون، رَمن راتو ڏينهن.

خليفي نبي بخش "قاسم" جي شاعرانہ تخيل جي حوالي سان پروفيسر ڊاڪٽر قادر بخش مگسي لکي ٿو ته "خليفي صاحب جي شاعري جو جڏهن غور ۽ فڪر سان مطالعو ڪري ڏسجي ٿو تہ سندس شاعرانہ تخيل، جمالياتي مشاهدو، لسانيات تي عبور ۽ اُن تي قدرت رکڻ حيرت ۾ وجهو ٿي ڇڏي ۽ ماڻهو کي اها پڪ ٿي ٿئي تہ هو وڏو عالم هو ٻيو تہ خليفي صاحب جي دور انديش نگاهہ پنهنجي ذاتي تجربن ۽ مشاهدن مان گهڻو ڪجهہ پرايو، ايترو ڪجهہ حاصل ڪيو جو عام شاعر توري ماڻهوءَ جو ان حد تي رسائي نهايت مشڪل آهي. سندس شاعري ۾ مختلف سُرن جو اپياس ئي حيرت ۾ وجهو ڇڏي، انهي کان سواءِ سندس شاعري ۾ قرآن جو ن آيتون، عربي ۽ فارسي ٻولين جا لفظ سندس علم ۽ قابليت تي يقين ڏيارين ٿا تہ هو پڙهيل ڳڙهيل هو. خليفي صاحب جي سرائڪي زبان ۾ جوڙيل "سسئي" آڳاتو بمبئي مان ڇپي ويئي، جيڪا گهڻو مقبول پڻ ٿي. خليفي صاحب جو سنڌي رسالو ۽ ٻيو قلمي صورت ۾ باقي رهيو جنهن جي جاڻ سندس اولاد ۽ جماعت جي فقيرن تائين محدود رهي، علمي حلقا قيمتي ڪلام کان بيخبر رهيا. خليفي صاحب جو رسالو "خليفي صاحب جو ڪلام" ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي محنتن سان سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ڪيو ويو آهي، انهي کان سواءِ خليفي صاحب جي شاعري تي وڏو تحقيقي ڪم پروفيسر ڊاڪٽر قادربخش مگسي ڪيو آهي، جنهن جي تحقيق جو موضوع خليفي نبي بخش "قاسم" جي شاعري آهي، جنهن تي تحقيقي جائزو وٺندي مگسي صاحب زبردست ڪم ڪيو آهي. خليفي صاحب جي شاعري تي اڃان گهڻو ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي، ڇو ته خليفي صاحب جي شاعري سنڌي شاعري ۾ منفرد آهي، سندس شاعري ۾ جيڪي بہ موضوع آهن، سي ڀٽائي صاحب جي ڪلام ۾ موجود آهن پر خليفي صاحب جنهن جدت ۽ نواڻ سان پنهنجي فڪري قوت سان بيان ڪيو آهي، سنڌ جي شاعرانہ تاريخ ۾ ٻيو ڪو خليفو قاسم پيدا ٿي نہ سگهندو.ضرورت انهي ڳالهہ جي آهي تہ خليفي صاحب جي ڪلام کي عام ڪرڻ جي لاءِ سنڌ جي محققن، دانشورن ۽ ليکڪن کي خليفي صاحب جي شاعري تي لکڻ گهرجي، جنهن سان سنڌ جي نئين نسل کي آگاهي ملي سگهي.

# حُر تحريڪ دوران لوڙهن ۾ جيلن ۾ گهاريندڙ مائي حوا چانگ

پروفيسر محمد مبين وساڻ

ڳوٺ حاجي خدابخش چانگ ۾ حاجي چتو فقير چانگ جي والده مائي حوا چانگ اصل ڳوٺ لڳ ابو پير مکي ناري واري علائقي ۾ سن 1930 ڌاري پيدا ٿي سندس والد جو نالو مير محمد چانگ هيو جيڪو مالوند هو جڏهن ته مشهور حر مجاهد ڦوٽو فقير چانگ هن مائي جو پياءُ هيو. مائي حوا مائٽن سان گڏجي سن 1937.38 ڌاري ڪڙنگ بنگلي شريف تي حضرت سورهيه بادشاه جي پهرين زيارت ڪئي جتي بنگلو تيار ٿيل هو بعد ۾ فقيرن اتي جماعت جي رهائش لاءِ لانڍيون ٺهرايون. سندس گهر وارو جڏهن غازين جي چونڊ لاءِ آيو جيڪي ڳالهيون مائي حوا چانگ سان سندس مڙس خدابخش چانگ ڪيون جن جي شادي 1945.46 ڌاري ٿي. فقير خدابخش چانگ موجب حضرت سورهيه بادشاه رح پاڻ فقيرن کي سامهون گهرائي انگريز سرڪار جي پاڙ پٽڻ ۽ اسلام جي سربلندي جي واضح ڳالهه ڪندو هو.فقيرن جون ڇاتيون ۽ سيني جي ڌڙڪن جو پڻ جائزو وٺڻ فرمائيندو هو ۽ حر تحريڪ لاءِ ارڏن ۽ بهادر غازين جي چونڊ ڪندو هيو. پير ڳوٺ توڙي ڪي ٽي پاڳارا ۾ اهڙيون سرگرميون ڏسڻ ۾ آيون. اهڙي طرح حر تحريڪ جو آغاز ٿيو انگريز سرڪار پير سائين ۽ حُرن مٿان سختيون ڪيون. پير سائين کي ڪراچي رهڻ تي مجبور ڪيو. نيٺ ڪيس گرفتار ڪري هندستان جي جيلن ڏانهن منتقل ڪيو ويو. ان حالتن ۾ حر تحريڪ زور ورتو آخرڪار خيرپور ميرس جي ناظم غلام رسول شاه جي مارجڻ ۽ لاهور ميل ريل گاڏي جي ڪيرائڻ بعد سنڌ ۾ مارشلا نافذ ٿي. ناظم واري واقعي ۾ جيڪي فقير زخمي ٿيا انهن مان نالي سڪيو فقير خاصخيلي کي مائي حوا چانگ جي مائٽن مان فقير عزت خان چانگ ۽ پنهون فقير چانگ پنهنجي ڳوٺ رهايو ۽ چام داتار شهر جي هڪ جراح حڪيم کان آپريشن ڪري گوليون ڪڍرايون. مائي حوا چانگ حر تحريڪ دوران انگريز سرڪار جي ملٽري ۽ پوليس جي عتاب هيٺ رهيون. صالح ڏهراج ۽ ٻيا عملدار راتو ڏينهن حرن جي تلاش ۾ نوس نوس ڪندا وتندا هئا عورتون عزت بچائڻ لاءِ جهنگل ۾ يا وڏن ڳوٺن ۾ گڏجي رهنديون هيون. اخر ڪار مائي حوا چانگ ٻين عورتن سان گڏجي انگريز سرڪار جي لوڙهن ڪنسنٽريشن ڪئمپس جن ۾ وارهه، جوهي ۽ شهدادپور جي لوڙهن ۾ رهي جتي مرد توڙي عورتون حاضري ڀريندا هئا ۽ رجسٽر رکيل هئا. مجبور ڪڏهن موڪل جي مئنيجر کان پاس ملندي هئي. مائي حوا چانگ به حُر جماعت جي سوين، هزارين ماين سان گڏجي ڏک سک جا ڏينهن ڳائيندي هئي ٻين عورتن ۾ مائي نازان چانگ، مائي مينهڻ، مائي خيران چانگ جيڪي گهنبڻ جي الهرکيو فقير چانگ ۽ قيصر فقير چانگ وارن مان هيون .ڏکيا سکيا ڏينهن گذاريا سن 1952 ڌاري هن مائي حوا چانگ کي حاجي چتو فقير چانگ پيدا ٿيو خير جا لوڙها لٿا ملڪ پاڪستان 1947ع ۾ حرن جي قربانين عيوض آزاد ٿيو پر وقت جي حڪومت پير سائين پاڳاري جي گاديءَ جي بحالي ۽ حرن کي 1952ع ۾ آزادي ڏياري بعد ۾ حضرت پير سيد شاه مردان شاه ثاني ڇٽ ڌڻي رح پير سائين پاڳارا جن ملڪ جي خدمت ڪئي ۽ حرن کي اوج تي رسايو. مائي حوا چانگ ياڳ واري ٿي جو ست دفعا عمرو مبارڪ ۽ به حج ڪيس نصيب ٿيا.

# حُر جماعت سان لاڳاپيل بين الاقوامي اسڪالر ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جون خدمتون

از : عرفان علي ڪنڀر سڪندري

سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي بين الاقوامي شهرت ۽ مقبوليت رکندڙ اسڪالر، محقق، اديب ۽ عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي روحاني وابستگي درگاھ شريف پيران پاڳاره سان هئي. خانقاه شريف حضرت روضي ڌڻي جي تاريخ ۽ ادبيات جي سلسلي ۾ ٻه سندس خدمتون ناقابل فراموش آهن. پاڻ درگاھ شريف جي مڙني ڪتابن جي مقدمن ۾ مهاڳن ڪان ويندي، درگاه شريف جي لٽريچر سان وابسته هر موضوع تي لکيائين. اپريل ۾ سندس يارهين ورسي جي مناسبت سان سندس زندگي ۽ خدمتن جو تعارف ڏجي ٿو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ جو نامور عالم، اديب، لسانيات، لوڪ ادب ۽ لطيفيات جو پارکو ۽ محقق هو. پاڻ 16 ڊسمبر 1917ع ۾، ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ ۾ پيدا ٿيو. سنڌ جي تاريخ، لوڪ ادب، سنڌي ٻوليءَ، ڪلاسيڪي شاعريءَ، موسيقيءَ ۽ لطيفيات جي موضوعن تي وڏي جاکوڙ ۽ تحقيق ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب کي سنڌي، اردو، عربي، فارسي، انگريزي ۽ سرائيڪي زبانن تي عبور حاصل هو. 1924ع ۾ پرائمري تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڳوٺ پليي خان لغاريءَ جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ٿيو. ان کان پوءِ ڳوٺ ديهه 22 جمڙائوءَ ۾ پڙهيو. 1929ع ۾ نوشهري فيروز جي مشهور مدرسي ۾ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخل ٿيو. 1936ع ۾ جهونا ڳڙهه ڪاليج، بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. 1941ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي. اي آنرز جو امتحان فرسٽ ڊويزن ٽرڊ پوزيشن ۾ پاس ڪيائين. 1943ع ۾ مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهه مان ايم. اي جو امتحان فرسٽ ڊويزن فرسٽ پوزيشن ۾ پاس ڪري ساڳئي ئي سال مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهه مان وڪالت جو امتحان فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪيائين. 1947ع ۾ ڪولمبيا يونيورسٽي نيويارڪ مان ايڊيوڪيشن جي موضوع تي ايم. اي ڪيائين ۽ 1949ع ۾ ساڳئي موضوع تي، ساڳي يونيورسٽيءَ مان پي. ايچ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين . پي. ايچ. ڊي جي ڊگري ملڻ کان پوءِ ڊاڪٽر بلوچ کي اقوام متحده ۾ نوڪريءَ جي آڇ ٿي، پر پاڻ قبول نه ڪيائين. 1950ع ڏاري انفرميشن ۽ براڊ ڪاسٽنگ ڊويزن ۾ O.S.D( آفيسر بڪارخاص) مقرر ٿيو. ان بعد مرڪزي پبلڪ سروس ڪميشن ذريعي دمشق جي پاڪستاني سفارتخاني ۾ تعلقاتِ

عامہ شعبي ۾ مقرر ٿيو. پر ڊاڪٽر صاحب تعليم ذريعي سنڌ ۾ سجاڳي آڻڻ لاءِ ان عهدي تان استعيفيٰ ڏني ۽ علامہ آءِ. آءِ. قاضيءَ جي ترغيب تي سيپٽمبر 1951ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي انسٽيٽيوٽ آف ايڊيوڪيشن ۾ پهرين پروفيسر پوءِ ڊائريڪٽر ۽ ڊين فيڪلٽي آف ايڊيوڪيشن بڻيو.

1952 ۾ درگاه شريف جي بحالي ۽ پير سائين شاه مردان شاه ثاني جي تاجپوشي تقريب ۾ موجود ۽ ڪمپير هو. پاڻ 1952 جي نئين زندگي رسالي ۾ سنڌ جي برگزيده ۽ محسن پاڳاره خاندان جي عنوان سان پهرين مقالي لکڻ جو شرف حاصل ڪيائين. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڊسمبر 1973ع کان جنوري 1976ع تائين سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر رهيو. جنوري 1976ع کان 9 مارچ 1979ع تائين وفاقي وزارت تعليم ۽ ثقافت ۾ آفيسر آن اسپيشل ڊيوٽي/ سيڪريٽري ٿي رهيو. ان عرصي دوران فيڊرل رويو بورڊ جو ميمبر ( 1978_1979ع) ۽ ميمبر پي ڪميشن، اسلام آباد رهيو. پهرين جولاءِ کان 10 آڪٽوبر 1979ع تائين نيشنل انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل اينڊ ڪلچرل ريسرچ (جنهن کي بعد ۾ انسٽيٽيوٽ آف اسلامڪ هسٽري ڪلچر اينڊ سولائيزيشن سڏيو ويو) جو ڊائريڪٽر رهيو. 22 نومبر 1980ع کان آگسٽ 1983ع تائين اسلامي يونيورسٽي (هاڻي بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي) اسلام آباد جو وائيس چانسلر ٿي رهيو. 1983ع کان 1989ع تائين نيشنل هجره ڪائونسل اسلام آباد جو صلاحڪار رهيو.

1991ع کان 1993ع تائين سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۽ سکيا لاءِ قائم ڪيل اداري سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو باني چيئرمئن ٿي رهيو.

1993ع جي آخر ۾ سنڌ حڪومت ۾ نگران وزير تعليم، زراعت ۽ جهنگلي جيوت رهيو.

1991ع کان 2011ع تائين علامہ آءِ. آءِ. قاضي چيئر سنڌ يونيورسٽيءَ جي اعزازي ڊائريڪٽر طور خدمتون انجام ڏيندو رهيو. ان کان سواءِ ملڪ جي ڪيترن ئي علمي، ادبي، تحقيقي ۽ تاريخي ادارن جو ميمبر رهيو جهڙوڪ: اٿارٽي فار موهن جو دڙو، يونيورسٽي بورڊ آف پاڪستان، چيئرمئن وائيس چانسلرس ڪميٽي آف يونيورسٽي گرانٽس ڪميشن، ميمبر پاڪستان هسٽاريڪل رڪارڊ اينڊ آرڪائيوز ڪميشن، ميمبر سينٽرل اردو بورڊ لاهور، ميمبر سنڌي ادبي بورڊ، ميمبر اقبال اڪيڊمي لاهور، ميمبر ريسرچ سوسائٽي آف پاڪستان، ميمبر سينيٽ ۽ سنڊيڪيٽ سنڌ يونيورسٽي، ميمبر اڪيڊمڪ ڪائونسل سنڌ يونيورسٽي، ميمبر سنڊيڪيٽ ۽ اڪيڊمڪ ڪائونسل قائداعظم يونيورسٽي، ميمبر لوڪ ورثہ، ميمبر مقتدره قومي زبان، ميمبر قائداعظم اڪيڊمي، ميمبر پاڪستان نيشنل ڪائونسل آف آرٽس، ميمبر سر سيد يونيورسٽي آف سائنس ۽ ٽيڪنالاجي، ميمبر بورڊ آف گورنرس سنڌي لئنگئيج اٿارٽي وغيره. پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر ائمريٽس پڻ رهي چڪا . ڊاڪٽر صاحب جي علمي، ادبي، تحقيقي ڪمن جو ڪجهہ وچور هن ريت آهي .

1. جامع سنڌي لغات: سنڌي ادبي بورڊ طرفان

جامع سنڌي لغات جي ترتيب ۽ تاليف جو هيءُ اهم ڪم 1954ع ڌاري ڊاڪٽر صاحب جي حوالي ڪيو ويو جيڪو پوءِ مختلف وقتن تي پنجن ضخيم جلدن جي صورت ۾ شايع ٿيو. هي سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۾ تمام وڏو ڪم هو جيڪو ڊاڪٽر صاحب جي نگرانيءَ ۾ سنڌ جي ڪيترن ئي استادن ۽ عالمن گڏجي ڏينهن رات هڪ ڪري پورو ڪيو. 2. اردو سنڌي ۽ سنڌي اردو لغت: علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ جي خواهش تي سنڌ يونيورسٽيءَ جي هن تاريخي رٿا تي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان سان گڏجي ڪم ڪيو ۽ هي ٻئي لغتون 1959ـ1960ع ڌاري ڇپجي پڌريون ٿيون. 3. سنڌي لوڪ ادب واري رٿا: سنڌي ادبي بورڊ طرفان هيءَ رٿا 1956ع ۾ منظور ٿي، جنهن جي سموري نگراني ڊاڪٽر صاحب ڪئي. سنڌ جي سمورن ضلعن مان سگهڙن، لوڪ شاعرن ۽ ڳوٺاڻن بزرگن لوڪ ادب جون مختلف صنفون ڪيس موڪليون، ان کانسواءِ ڪين پاڻ گهرائي انهن سان ڪچهريون ڪري مواد گڏ ڪيائين. هن رٿا هيٺ لوڪ ادب سلسلي جا 40 جلد شايع ٿيا، جڏهن ته ذاتي طرح ڊاڪٽر صاحب ان ڏس ۾ وڏيڪ ڏهاڪو ڪتاب لکيا آهن، جيڪي مختلف ادارن ڇپايا آهن. لوڪ ادب سلسلي جي 40 جلدن مان ڪجهه اهم هي آهن. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (ست جلد)، مداحون ۽ مناجاتون، سنڌي سينگار شاعري، نڙ بيت، مناظرا، سنڌ جا عشقيه داستان (8 جلد)، ڪافيون (3 جلد)، مناقبا، معجزا، مولود، ٿِيهه اکريون (ٻه جلد)، هفتا ڏينهن راتيون ۽ مهينا، جنگناما، واقعاتي بيت، پروليون، ڏٺون، معمائون ۽ ٻول، ڳجهارتون، ڳيچ (ٻه جلد)، لوڪ گيت، بيت، مشهور سنڌي قصا (ٻه جلد)، مشهور سنڌي عشقيه ۽ نيم تاريخي قصا (9 جلد)، رسمون، رواج ۽ سئوڻ ساڻ، سنڌي هنر شاعري، سومرا دور (2 جلد) وغيره. 4. شاهه جي رسالي واري رٿا: شاهه جي رسالي جو جامع مستند ۽ معياري متن شايع ڪرڻ واري هن رٿا تي موجود ڇاپي ۽ قلمي نسخن ڪي پيٽي 10 جلد ڇپايائين، جن ۾ 8ـ9 گڏيل جلد شاهه جو رسالو ۽ ڏهون جلد شاهه جي رسالي ۾ شامل ڌارئين ڪلام تي مشتمل آهي، تازو 2009ع ۾ بلوچ صاحب جو تيار ڪيل شاهه جي رسالي جو مستند ۽ سڌاريل ايڊيشن، ثقافت ۽ سياحت کاتي حڪومت سنڌ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن ۾ اڳ خارج ڪيل ڪلام پڻ شامل ڪيو اٿس. ان کان سواءِ شاهه جا مختلف قلمي نسخا ترتيب ڏيڻ سان گڏ شاهه جي ڪلام جا سرچشمن، ترتيب متعلق ڪتابن شايع ڪرڻ سان گڏ بلوچ صاحب شاهه جي مختلف سُرن تي ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران ٿيندڙ مذاڪرن ۾ پيش ٿيل مواد کي پڻ ڪيترن ڪتابن جي صورت ۾ ترتيب ڏئي ڇپايو آهي. 5. ڪلاسيڪي شاعرن جو ڪلام: هن رٿا هيٺ ڊاڪٽر صاحب سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعرن جي زندگيءَ، دؤر ۽ ڪلام کي مختلف عالمن ۽ استادن جي مدد سان هٿ ڪري، لکرائي سهيڙيو آهي، جنهن جو تفصيل هن ريت آهي: قاضي قادن جو رسالو شاهه لطف الله قادريءَ جو ڪلام، ميين شاهه عنات جو ڪلام، خليفي نبي بخش

قاسم لغاري جو رسالو، شاهہ شريف ياڏائيءَ جو رسالو راڳ نامو صوفي صادق فقير سومرو، رسالو غلام محمد خانزئيءَ جو، ڪليات حمل فقير لغاري، ڪلام فقير نواب ولي محمد لغاري، ڪليات سانگي وغيره . 6. سنڌي ٻولي، ادب، تاريخ ۽ موسيقي: ڊاڪٽر صاحب جا هنن موضوعن تي سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ'، 'سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ'، 'سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي'، 'سنڌي ٻوليءَ جو آڳاٽو منظوم ذخيرو'، 'جتڪي ٻولي'، 'ٻيلاين جا ٻول'، 'سومرن جو دور' (2 جلد) 'چچ نامو' (مقدمو، تدوين ۽ حاشيا) ۽ ٻيا ڪتاب شايع ٿيل آهن. سندن متفرق ڪتابن ۾: سپ رنگ، مٺي جي مچي، ڪاري جي مچي، منهنجو ڳوٺ: جعفر خان لغاري، رهاڻ هيرن ڪاڻ (8 جلد)، لاکو ڦلاڻي، پيارن جا پيغام، سڄڻن جا سلام وغيره اچي وڃن ٿا . ڊاڪٽر صاحب جي اردو ڪتابن ۾ "اردو شاعريءَ" سندھ مين اردو شاعري، مولانا آزاد سبحاني، ديوان ماتم، ديوان شوق افزا عرف ديوان صابر، طلبہ اور تعليم وغيره اچي وڃن ٿا. اهي فارسي ڪتاب، جن جا جن جا حواشيہ ۽ مقدمہ ڊاڪٽر صاحب لکي، انهن جي علمي ۽ تاريخي حيثيت نروار ڪئي آهي، تن ۾ ديوان غلام، لب تاريخ سنڌ، تاريخ طاهري، بيگلارنامہ، حاصل النهج، فتح نامہ سندھ، باقيات از ڪلهوڙا، تاريخ بلوچي، ديوان عطا ٺٽوي اچي وڃن ٿا، سندن ايڊٽ ڪيل عربي ڪتابن ۾ نتف من شعر ابي عطا ۽ غزة الزيجات شامل آهن. ڊاڪٽر بلوچ جا انگريزيءَ ۾ هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: 1. Teachers Education in Pakistan . 2. Sindh: Studies(Cultural ) 3. Sindh: Studies (Historical ) 4. Advent of Islam in Indonesia 5. Muslim Luminaries 6. Traditional Arts and Crafts of Hyderabad Region 7. Musical Instruments of the Lower Indus valley of Sindh 8. World of Work آهن

ان کان علاوه ڊاڪٽر صاحب جا سنڌ جي تاريخ، تصوف، لطيفات، موسيقي ۽ ثقافت تي ڪيترائي مقالا مختلف رسالن ۾ ڇپيل آهن، جن جو تفصيل تمام ڊگھو آهي . ڊاڪٽر صاحب کي مختلف ايوارڊ جهڙوڪ: تمغئہ پاڪستان 1962 ۽ 1968 ۾، ستاره قائد اعظم، صدارتي ايوارڊ پرائيڊ آف پرفارمنس 1979ع، صدارتي ايوارڊ: اعزاز ڪمال 1991ع، صدارتي ايوارڊ: ستاره امتياز 2001ع ۽ مختلف علمي ادارن طرفان ڪيترين شيلڊون ۽ نقد انعام پڻ مليا آهن . سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو هي نامور عالم 6 اپريل 2011ع تي لاڏاڻو ڪري ويو. سندس جنازي نماز قاسم آباد حيدرآباد ۾ شيخ الحديث مفتي محمد رحيم سڪندري ادا ڪرائي ۽ سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ۾ حافظ محمد يوسف سڪندري ادا ڪرائي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي آخري آرامگاهہ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري ۾ آهي.

(حوالا: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو: ڊاڪٽر بلوچ- هڪ مطالعو ڊاڪٽر بلوچ بابت تعزيتي تاثرات- حافظ يوسف پنيرو ۽ محمد ارشد بلوچ- ڊاڪٽر بلوچ سوانح و خدمات-محمد راشد شيخ)

# فقير الله بچايو کوهري مست

## فقيرمانجهي پنيرو تيپري

فقير الله بچايو ولد قائم فقير ذات ڪوهري پاڙو دائود اول سندس ڳوٺ جو پراڻو نالو محمد جي بستي ڪنهيارو` رام ڳڙ ضلعو جيسلمير هندستان . فقير الله بچايو ڪوهري اسلامي جمهوريه پاڪستان ٺهڻ کان بعد ۾ هميشه درگاه مبارڪ ۾ ۽ پنهنجي عزيزن شاگردن وٽ رهڻ پسند ڪيائين واپس پنهنجي ڳوٺ نه ويو اڪثر ڪري درگاه مبارڪ تي رهندا هئا . هي فقير درگاه مبارڪ حضرت روضي ڌڻي قدس سره جن جي جماعتي تارڪ فقير گهبري وارن فقيرن جي صف اول جا هڪ جرڪندڙ ستارو هئا جنهن جي دعائن ۽ جماعتي خدمتن ڪيترن ئي ڀٽڪيل ماڻهن کي چڱي راه تي لڳايائين . هن فقير جي سموري زندگي نماز, عبادت تهجد جي نماز ۽ ذڪر, اشراق نماز جي پابندي سان گڏ هر گهڙي هٿ ۾ تسبيح سوريندو رهندو هو. خالص جماعتي فڪر درگاه مرشدن ڪريمن جي حضور ۾ رهڻ جماعت جي انهن فردن ساڻ رهڻ جيڪي درگاه مبارڪ حضرت روضي ڌڻي قدس سره جا فقير هوندا هئا . انهن کي مرشدن ڪريمن جا نقل ٻڌائڻ, الله پاڪ عز وجل جي ثنا, رسول پاڪ صلي الله عليه وسلم جن تي صلات درود پڙهڻ ۾ مشغول عمل پڻ رهندا هئا . فقير الهبچايو ڪوهري چونڪي جيسلمير جي مک فقير ابراهيم مست روهلي واري جي سنگت سان تعلق رکندڙ هئا. هن فقير جا والدين درگاه مبارڪ جا مريد هئا . سندن والدين جي دعائن جو هي اثر آهي جو انهن جو خاندان دعا جو گهر رهيو آهي . قائم فقير ڪوهري کي الله بچايو فقير ۽ نياڻي جو اولاد ٿيو. فقير الهبچايو جنهن شادي به ڪئي جنهن مان هڪ ڌي پيدا ٿي . هن فقير جي حياتي ۾ ئي سندن گهر واري جي رحلت ٿي . هن فقير پنهنجي نياڻي کي سندس ڀاڻينجي جي نڪاح ۾ ڏنائين جنهن جو اولاد هن وقت تمام خوش آسودي زندگي گذاري ٿو. قائم فقير جو ڀاءُ فتح محمد ڪوهري ان جو به اولاد ڪثير تعداد ۾ آهي جيڪو درگاه مبارڪ جي جماعت جي هڪ خاص سڃاڻپ رکي ٿو. فقير الله بچايو جو خاندان ابتداء ۾ چونڪي جيسلمير جي دعوت سنيامر` منگريا فقير, خليفه ۽ وڏيرو فتن فقير منگريو, چتو منگريو ڪنڊو` هنن فقيرن سان گڏجي دعوت ۾ شريڪ هوندا هئا, هنن ڪوهرين فقيرن مان سڀ کان پهرين سائين بخش فقير اهو خيال آندو ته هنن جو خاندان ڪٽنب الحمدلله ڪثير تعداد ۾ هجڻ سان گڏ خوش حال پڻ آهي ته پيرسائين سردار جي دعوت خاص هنن جي پنهنجي هجي ته وڌيڪ بهتر رهندو ۽ پنهنجي خاندان جي هڪڙي جماعتي طاقت وڌيڪ مستحڪم , منظم ٿيندي ان ڪري هن فقير استاد الله بچايو فقير جي خدمت ۾ دعا لاءِ عرض ڪيائين ته دعا گهرو ته حضرت پيرسائين سردار چٽ ڌڻي قدس سره دعوت منظور فرمائن . فقير الله بچايو ان وقت ناراڻي راجڙن فقيرن جي ڳوٺ ۾ هئا جتي دعا فرمايائون ان دعا جو هي اثر آهي جو هي فقير ڪوهري مالي لحاظ سان وڌيڪ خوش آهن . هتي پڙهندڙن جي ذوق لاءِ حضور جن جو فرمان فرحت سهارو بخشي ٿو اهو هن ريت آهي ملاحظو فرمائيندا. (جماعت جي شروعات کان تاريخي کهاڻي پڙهندو ته ان مان صاف ظاهر ٿيندو ته اهو ايڪو ۽ الله پاڪ جي عبادت آهي جنهن سنتن جي گودڙي ۽ ذڪر جي ڪوئنوري کي پٽن ۽ ميدانن ۾ هن درگاه ۽ جماعت کي هيڏي دٻدٻي ۽

شان شوڪت تي پهچايو آهي. جيڪڏهن اهي ٿورا پر منظم مريد معتقد هي طاقت پيدا ڪري سگهيا ٿي، تہ اڄ هيترا سارا جيڪي سنڌ جو 33 سيڪڙو آهن تہ پنهنجي اڳوڻي نقش قدم تي هلي چا نٿا بنجي سگهن. حضرت پيرسائين سيد شاه مردان شاه ثاني سڪندر بادشاه محسن ملڪ و ملت چٽ ڌڻي` قدس سره. 11 مارچ 1957ع تي درگاه مبارڪ ۾ جماعت کي خطاب فرمايائون . ڪتاب رحمت ۽ برڪت جو پيغام صف 74) فقير الله بچايو ڪوهري جي خاندان ۾ فقير عبدالخالق ڪوهري تمام نيڪ داناء عقل مند تي گذريو آهي جنهن پنهنجي پاڙي دائود سان ٻين پاڙن جنهن ۾ هيما، راجا، رائمل، سور سڪيا` وغيره . فقير الله بچايو جا عزيز جيڪي پاڪستان ۾ رهن ٿا جنهن ۾ دائود فقير ڪوهري ڍورو نارو ،الهڏتو فقير ڪوهري حاجي شيرخان فقيرجو ڳوٺ، همير ڪوهري ميرپور خاص ، محمد اسماعيل رحيم يار خان پنجاب هنن سمورن کي منظم ڪيائين. عبدالخالق فقير ، حضرت پيرسائين سردار چٽ ڌڻي قدس سره جن کي درگاه مبارڪ تي دعوت پڻ ڪيائين. هن وقت فقير عبدالخالق جي رحلت کان بعد ۾ سندن فرزند جمال پنهنجي والد جي جاء تي پنهنجي برادر جي سار پرگهور لهن ٿا . فقير الهبچايو جو ويجهڙو عزيز پاٿرن جهڙو فقير سائين بخش ولد ريشم ڪوهري تارڪ هي فقير بہ وڏي منزل جا پهتل فقير هئا . هي فقير نماز ذڪرفڪر تلاوت ڪلام پاڪ ، صلات پڙهندو رهندو هو. هميشہ سفيد لباس امام جي پنيان نماز پڙهندا هئا . جيڪڏهن ڪنهن کي رنگين ڪپڙي سان امامت نماز پڙهائيندي ڏسندو هو تہ ان کي سخت تنبيه فرمائيندا هئا . فقير حاجي سائين بخش ڪوهري ذڪر شريف جي چوٿين تسبيح هو` کي اهڙي تہ پياري آواز ۾ سندن سيني جي طرف متوجہ تي ضرب هڻندا هئا تہ ان جي جسم جو اندر سينو ذڪر هو`جي آواز ۾ گونج جي ويندو هو هي فقير جماعتي ڳوٺن سندن مليل خير مان صلات درود ۽ عرس ميلاد پاڻ ڪريمن جو وڏي ادب احترام سان ملهائيندو هو. سائين بخش فقير جي منہ ۾ هميشہ مرشد ڪريم جي ڳالهين فرمان مبارڪ نقلن جي تنوار هوندي هئي هن جي هر دم تي مرشدن جي محبت نظر ايندي هئي. هن فقير جي هي خاص خوبي هئي تہ تمام سادگي پسند هئا وڏائي تہ هن کان ڪوهين ڏور هئي. هي فقير تمام گهڻون وظائف مرشدن ڪريمن جي ملفوظات شريف جا پڙهندا هئا . راقم فقير سائين بخش ڪوهري کي ۽ استاد الهبچايو فقير ڪوهري کي سندن ڳوٺ ٽيپري ۾ ڏٺو هو. هن فقير سان گڏ ڪافي ڀيا بہ فقير ۽ سندن ٻالڪا گڏ هوندا هئا. فقير جي گهبري ڪلهي تي ڪٽي هلندا هئا پيرن ۾ جتي ڪون پائيندا هئا . سائين بخش فقير هميشہ پيرسائين سردار جي خدمت مبارڪ ۾ صلات ،درود پاڪ جو لک پڙهي پيش ڪندو هو حضور پاڪ صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي نظرانو ڪرڻ لاء تحفو پيش ڪندا هئا . هن فقير جي هي بہ خوبي هوندي هئي تہ درگاه مبارڪ جي طور سينا بنگلي کي ڪڏهن بہ پٺي ڪون ڏنائين. حاجي فقير سائين بخش 2 صفر المظفر 1427 هجري بمطابق 3 مارچ 2006ع بروز جمعت المبارڪ جي ڏينهن وصال فرمايو هن فقير کي درگاه شريف جي ماڪن شاه قبرستان ۾ مٽي ماء حوالي ڪيو ويو. راقم کي فقيرن کان هي بہ معلوم ٿيو تہ فقير الله بچايو ڪوهري ۽ حاجي فقير سائين بخش ڪوهري، گنبو فقير ڪنيڙو تارڪ، فقير گنبو درويش صفت قلندرانہ پرواز جا صاحب هئا. هن فقير جي قبر شريف ماڪن شاه قبرستان ۾ آهي فقير حاجي سائين بخش کان اوله طرف اندازن 50 فٽ ،مٽس لئوجو وڻ نميل ٽڙ هوندو هو .هن فقير جي پرسان فقير واحد بخش عرف وڏيو ولد ميرو)مير محمد( فقير پنيرو ڳوٺ ٽيپري پنيرا ڪلڻ پاڙي جو معزز نيڪ مرد فقير جي قبر پڻ آهي. هن فقير حضرت پيرسائين ڪوٽ ڌڻي قدس سره جي وقت ۾ رحلت فرمائي. وڏيو فقير (واحد بخش) هڪ تمام

نيڪ ايماندار جنهن جي لاءِ حضرت پيرسائين سيد شاهه مردان شاهه اول ڪوٽ ڌڻي قدس سره هڪ خط مبارڪ صوفي فقير تيپري وارن ڏانهن تحرير فرمايائون ان ۾ هن فقير جي لاءِ لفظ سچو` لکڻ فرمايو آهي مقصد هن فقير جي سچائي حضور جن پاڻ هٿن مبارڪن سان لکڻ فرمايائون.. نوٽ:ـ هي خط راقم گهڻو وقت پهرين پڙهيو هو ڪنهن رسالي ۾ وري به پڙهندڙ حضرات جي خدمت ۾ عرض ته استاد الله بچايو فقير جي حوالي سان جيڪو هي لکڻ ٿيو ته اڪر هن مقدس مهيني ۾ سائين جو وصال هو ان ڪري جيڪين ڳالهيون ياد پيون پلي سيئي اوهان جي ذوق لاءِ پيش خدمت آهن. خط مبارڪ وارو رسالو هن فقير پنهنجي سياڳي مانيٽي دوست کي پڙهڻ لاءِ تحفو ۾ پيش ڪيو هو سو هٿ ڪان پري آهي. ان ڪري ڪا ڪمي هن نماڻين ڪان ٿي هجي ته معزرت انشاء الله راقم جي ڪوشش رهندي ته ان خط مبارڪ کي مڪمل لکبو پنهنجي ڳوناٽي هستري ۾. راقم کي خاص ڪري هي خوش نصيبي رهي ته فقير حاجي محمد سومار مهراڻ تارڪ جهڙن نيڪ صفت انسانن کان ڪافي سکڻ لاءِ ڳالهيون حاصل ٿيون. جماعتي فقير ڪيترائي تارڪ فقير مولوي سلام الله پنيرو جي مسجد ۾ ايندا هئا. مولوي صاحب هنن جي خدمت ڪرڻ کي پنهنجي لاءِ خوش قسمتي سمجهندا هئا ته آج منهنجي اڳڻ حضرت پيرسائين روضي ڌڻي قدس سره جن جا فقير آيا آهن تمام ادب ۽ احترام سان انهن سان پيش اچڻ انهن جي خدمت ڪرن کي غنيمت سمجهندا هئا. مسجد شريف جي سامهون وڏا نم عوالي دور جا هوندا هئا ۽ ڏکڻ طرف هڪ ٿلو ٺهيل هوندو هو جنهن تي روزانو فقير نظر ايندا هئا. فقير الله بچايو مست ڪوهري، سالار مک خليفه فقير محمد امين منگريو شهيد چونڪي جيسلمير جن جا جماعتي طريقي جا استاد پڻ هئا. يقينن فقير الله بچايو مست ڪوهري جنهن پنهنجي طريقي جي شاگرد ٻالڪي فقير محمد امين منگريو شهيد جن کي جماعتي فڪر, مرشد ڪريم درگاهه مبارڪ دين

اسلام جي سربلندي وطن سان محبت سان گڏ جماعتي فڪر مرشد ڪريم ۽ درگاهه مبارڪ تان جان قربان ڪرڻ جي جذبي جو اهڙو ايمان افروز سبق پڙهايائون جنهن جي ڪري فقير سائين سموري زندگي ان تي مضبوط مستحڪم رهيا. خليفه فقير محمد امين منگريو شهيد ١٩٦٥ع ۽ ١٩٧١ع جي جنگ ۾ حضرت پيرسائين سيد شاهه مردان شاهه ثاني ڇٽ ڌڻي قدس سره محسن ملڪ و ملت جن جي حڪم تي حرمجاهد فورس جا رڻ ڪڇ سنڌ کان رحيم يار خان پنجاب تائين پاڪستان جي باڊر تي حر مجاهد فورس جا سالار پڻ رهيا. ياد رهي ته حضرت پيرسائين سردار جي جماعت جا ڪيترائي فقير معزز انهن به سندن مرشد ڪريم جي حڪم تي پنهنجي حب الوطني مرشد ڪريم سان محبت ۽ فرمان مبارڪ تي عمل ڪري پنهنجو ڪردار ادا ڪيائون. فقير سائين محمد امين منگريو شهيد جي اڳواڻي ۾ حرمجاهد فورس پاڪ آرمي سان گڏ ڪلهوڪلهي ۾ ڏيئي وطن پاڪستان جو پڻ دفاع ڪري پنهنجا جوهر ڏيکاريائون. دشمن پارت خلاف ڀرپور جوابي حملو ڪري انهن جي پليد ارادن کي ناڪام بنايائون. دشمن پارت جي اندر ١٢ ميل داخل ٿي انهن جي پوسٽن کي تباهه ڪري پاڪستان جو پرچم بلند ڪيائون. هن محب وطن مرد مجاهد مک خليفه فقير محمد امين منگريو جن کي پٽو دور جي حڪومت جي ڊي پي آر جي ڪاري قانون تحت ٨ رمضان مبارڪ ١٣٩٣هجري ۾ شهيد ڪيو ويو. فقير محمد امين منگريو جن شهادت جو جام حاصل ڪري مرشدن سڳورن تان سر گهوري سرخرو ٿيا. پر افسوس هن مرد مجاهد جو اج ڏينهن تائين جسم قبر شريف جو به ڏس نه مليو

استاد فقير الله بچايو مست ڪوهري جن جي هڪڙي بي تاريخي معلومات فقير غلام نبي منگريو صاحب جن سندن والد مک خليفه فقير محمد امين منگريو شهيد جن جي وقت جي ڳاله هن ريت ٻڌائي ته جڏهن درگاهه مبارڪ جو بنگلو مبارڪ

اسان جي والد جي نگراني ۾ نهي تيار ٿيو. ان وقت
حضرت پير سائين سيد شاهه مردان شاهه ڇٽ ڌڻي
قدس سره جن بابا سائين شهيد خليفه فقير محمد
امين منگريو کي حڪم فرمايو..! ته ٻاهر شاهي
دروازي تي تارڪ فقير وينا آهن انهن کي وٺي اچ
جيئن سڀ تارڪ فقير حضرت پير سائين سردار جن
جي خدمت ۾ پيش ٿيا. ته پاڻ فرمايائون. ته فقيرو..!
ڏيو خبر مون توهان کي ڇو گهرايا آهن تنهن تي ٻيا
فقير خاموش رهيا استاد الله بچايو فقير حضرت پير
سائين سردار جن جي ڇهري مبارڪ ڏانهن ڏسي وري
پوئتي روزي مبارڪ ڏانهن نهاري ائين تي دفعا فقير
الله بچايو حضرت پير سائين سردار جن جي ڇهري
مبارڪ ڏانهن ڏسي ۽ روزي پاڪ ڏانهن ۽ پوءِ فقير الله
بچايو حضرت پير سائين سردار جن جي خدمت ۾
عرض ڪيو ته قبلا سائين روزي مبارڪ جو ڪم
ڪراڻو آهي تنهن تي حضرت پير سائين سردار
جن فرمايو ته هائو! روضي مبارڪ جو ڪم ڪراڻو
آهي توهان سيئي فقير اڄ رات روضي مبارڪ تي
رات جاڳي حضرت پير سائين روزي ڌڻي جن کان
اجازت وٺي ڏيو ته روضي پاڪ جو ڪم شروع
ڪرايون. اها هئي فقير الله بچائي جي منزل ....!

فقير حاجي محمد الياس ولد فقير حاجي
فقير ميرخان منگريو جنهن فقير الهبچايو جي نالي
ٻڌايو ته فقير ڪڏهن ڪڏهن اهڙيون رمزون بيان
ڪندو هو جنهن ٻڌي حيران ٿي ويندا هئا سون هي
فقير حضرت پيرسائين سردار ڇٽ ڌڻي قدس سره
جن جي جد امجد جي پيڙهي حضور پاڪ صلي الله
عليه وسلم جن تائين اجان مٿي وڃي حضرت آدم
عليه السلام تائين ٻڌائي ويندو هو . وڏي ياداشت
رکندڙ هئا . فقير صاحب درميانو قد سينو ڪشادو
رعب دار ڇهري تي سونهيندڙ ڏاڙهي مٿي جا وار
ڪنن جي پاڙين تائين جماعتي ڪٽ مٿي تي
هميشه قدئي ٽوپي پائيندا هئا . حاجي محمد سومار
مهراڻ قدئي ٽوپي پائيندا هئا هن فقير کان پڇيو
سين ته جماعت جا تارڪ فقير قدئي ٽوپي پائيندڙن
فقيرن جا نالا ٻڌائيندا ته مهرباني ٿيندي . فقير
سائين ٻڌايو ته قدئي ٽوپي پائيندڙ فقير جنهن ۾ فقير
مک خليفو ابراهيم مست منگريو جيسلميري روهلي
وارو, فقير بالو منگريو , فقير الهبچايو مست
ڪوهري هي فقير قدئي ٽوپي پائيندا هئا . فقير الله
بچايو هميشه جماعتي پهراڻ , ساڄي هٿ ۾ لٺ ۽ پٽر
جي تسبيح ڪلهي تي گهبري ۽ وضوع لاءِ ڪورو
ڍڪڻ سميت ۽ چمڙي يا ڏاڳي جي ڏور رسي سان ٻڌل
گڏ کڻندا هئا . فقير سائين صوم صلات جا پائيبند
هجڻ سان گڏ نفلي عبادت تهجد نماز اشراق نماز پڻ
پڙهندڙ هئا . ادب حيا جو هي صاحب ڪڏهن به
فقيري جي حلقي کان ٻاهر نظر نه آيو ماڻهون هن کي
مست چوندا هئا . هي فقير فنا في شيخ جي درجي کي
پهتل شخصيت هئا . فقير الله بچايو زبان مان جو بيان
ڪندا هئا تئين ٿي ويندو هو. راقم کي فقير حاجي
فقير محمد الياس ولد فقير حاجي ميرخان منگريو ,
ٻڌايائين ته هڪ ڀيري فقير الله بچايو جي خدمت
ڪندي مون کي دعا فرمايائون ان دعا جي رنگ کي
1987ع ۾ پنهنجي والدين سان گڏ جڏهن حج جي
سعادت عطا ٿي بيت الله, ڪعبه شريف جي مٿان
منهنجي نظر پهتي اتي سندن طريقي جي استاد الله
بچايو فقير مست ڪوهري جي دعا جا لفظ ياد پيا ته
استاد سائين جيڪا دعا فرمائي الله جي ديدار جي ان
کي مون تڏهن سوچيو ته هتي حج جي برڪت
جيڪا حاصل ٿي آهي پنهنجي والدين سان گڏ
يقينن اها دعا سندن استاد الله بچايو جي دعا جي
ڪرامت آهي. فقير صاحب هي به ٻڌايو ته مون کي
تمام خوشي جي حد نه رهي دل کي سڪون فرحت
حاصل ٿيو. حاجي فقير محمد الياس صاحب فقير
الهبچايو جا طريقي جا ٻالڪا شاگرد آهن فقير
سائين ٻاڳن وارا آهن جنهن کي فقير الله بچايو مست
ڪوهري جهڙو ڪامل استاد عطا ٿيو . . نوٽ
طريقي جو استاد ان کي چئبو آهي جيڪو خالص
درگاهه مبارڪ جو فقير هجي ۽ درگاهه مبارڪ ۽
مرشدن سڳورن جي فرمان جو پابند هجي درگاهه

